فقير حبيب الرحمن گدڙ

بسم الله

گفتهٔ او گفتهٔ الله بود
گرچه از حلقوم عبدالله بود

# مڪتوبات بخشيه

صاحب شريعت، پير طريقت، خواجه غريب نواز
الحاج حضرت الله بخش نقشبندي، مجددي، غفاري.

مؤلف

**فقير فتح محمد بخشي غفاري**


دفعو پهريون] ١٥ شعبان المعظم ١٤٠٠ھ [تعداد هڪ هزار

قيمت في ٨-٠٠ روپيا

ناشران

**اصلاح المسلمين جماعت پاڪستان**

**روحاني طلباء جماعت پاڪستان**

ڇپيندڙ

حيدري پرنٽنگ پريس، لجپت روڊ، حيدرآباد سنڌ.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

* بيدار جي طرفان..................بيداريءَ جو پيغام! *

نوجوانو! دين و ملت کا کرو ہر دم خيال،
تم ميں پيدا ہوں غزالی اور رازی کی مثال۔
ياد کرلو ملت بيضا کا وہ اوج و کمال،
وہ محمد ابن قاسم کا شجاعانہ جلال۔

نوجوان افراد، قوم و ملت جو عظيم سرمايو آهن. تاريخ شاهد آهي تہ جڏهن بہ نوجوان زندگيءَ جي جدوجهد ۾ اهم ڪان اهم مهم لاءِ اٿيا تہ ٽڪر ٽاڪي، سمنڊ جهاڳي، بيابان لتاڙي، ناممڪن کي ممڪن ۽ مشڪل کي آسان بڻائي ڏيکاريائون. هنن نوجوانن ۾ طارق بن زياد فاتح اسپين ۽ غازي محمد بن قاسم سر فهرست آهن. طارق جي تاريخ ۾ عزم استقلال جو اهڙو لاجواب مثال قائم ڪيل آهي جو ٻيڙا ساڙائي، ٻيا وسيلا ۽ سهارا ترڪ ڪري محض الله رب العزت جي امداد جي ڀروسي تي يقين رکيو، تان جو ڪاميابيءَ سندن قدم چُميا.
هوڏانهن ١٧ سالن جي نوجوان نينگر غازي محمد بن قاسم سنڌ ۾ قدم رکي، دشمنانِ اسلام کي سخت شڪست ڏئي علمِ اسلام کي سنڌ ۾ سر بلند رکي ڏيکاريو ۽ سنڌ کي "باب الاسلام" جو شرف بخشيو.

عقابی روح جب بيدار ہوتی ہے جوانوں ميں،
نظر آتی ہے ان کو اپنی منزل آسمانوں ميں۔

درحقيقت اسلام بہ نوجوان کي پنهنجو جائز مقام عطا ڪيو ۽ انجي اهميت کي مسلمہ قرار ڏنو. چنانچہ حضرت اسامہ بن زيد رضہ جن کي اڪابر صحابہ ڪرام جي جماعت جو سپهسالار ڪرڻ، ان ڳالهہ جو پڌرو دليل آهي.
اسان جا نوجوان جيڪڏهن انهن بزرگ هستين جي نقش قدم تي هلن تہ دنيا و آخرت ۾ ڪاميابي حاصل ڪن.

اٹھو اے نوجوان! بہر عمل تيار ہوجاؤ،
نہيں يہ وقت غفلت کا بس اب بيدار ہوجاؤ۔

بسم الله الرحمٰن الرحيم

نحمده و نصلي علىٰ رسوله الكريم

# هڪ جائزو!

اڄ مادي پرستي ۽ مشنري دؤر ۾ تحريري تبليغ جي زياده ضرورت آهي. غير مسلم مذاهب جنهن زور شور سان پنهنجي باطل مذهبن جي اشاعت ۽ دين اسلام جي بيخ ڪني لاءِ تبليغي ڪوشش ۽ محنت ڪري رهيا آهن، اها ڳالهه ڪنهن کان ڳجهي نه آهي.

انهيءَ ۾ ڪوئي شڪ ناهي ته موجوده دؤر اندر نه ڪتابن جي ڪمي آهي ۽ نه وري ليکڪن جي ڪوت آهي. جيڪڏهن قلت آهي ته صرف حق پرست، مخلص ۽ با عمل مصنفن جي ڪمي آهي.

يہ سچ ہے کہ ہے قوم میں قحط انسان،
نہیں قوم کے پسر سب افراد یکساں۔
سفال و خزف کے ہیں انبار گریاں،
جواہر کے ٹکڑے بھی ہیں ان میں پنہاں۔
چھپے سنگریزوں میں گوہر بھی ہیں کچھ،
ملے ریت میں ریزہ زر بھی ہیں کچھ۔

(اڄ اسان قيمتي انسانن جي ڪمي محسوس ڪري رهيا آهيون، تاهم به سيئي انسان هڪجهڙا نه آهن. جيڪڏهن هتر پٿرن جا انبار لڳل آهن ته انهن ۾ هيرا به لڪل آهن. انهيءَ ڪنڪريٽ ۾ ڪجهه موتي به مخفي آهن ته وري واريءَ جي ذرڙن ۾ ڪجهه سون جا ذرڙا به موجود آهن).

انهن بيدار دماغ مخلص مصنفن مان هڪ اسان جو پيارو محترم دوست "بيدار مورائي" صاحب جن پڻ آهن.

بيدار صاحب جي لکڻي اديبانه رنگ ۾ رنگيل پر نهايت سليس، آسان ۽ عام فهم آهي. ساڳئي وقت پاڻ هڪ بزرگ، وقت جي ڪامل ولي جا صحبت يافته، سچا غلام پڻ آهن. سندس ڪلام ادبي خوبين کان علاوه، ڪنهن جي دل آزاري، تنقيد ۽ تفرقه بازيءَ کان بلڪل پاڪ ۽ صاف آهي. اهوئي سبب آهي جو سندن سمورا ڪتاب هر طبقي وٽ بيحد مقبول آهن.

بيدار صاحب جا تقريباً ١٦ ڪتاب ڇپجي، هٿون هٿ فروخت ٿي چڪا آهن. سندس تصنيفات مان "گنجينهٔ حيات غفاريه"، "عشقِ حبيب ﷺ"، "برڪاتِ تبليغ"، "روحاني زندگي ۽ "ڪامياب زندگي"، نهايت قابلِ ذڪر ڪتاب آهن. پر جناب بيدار صاحب جي ترتيب ڏنل زيرِ نظر ڪتاب "مڪتوبات بخشيه" جو مقام انهن مڙني کان مٿاهون آهي. ڇو ته هيءُ ڪلام هڪ زنده دل، صاحبِ درد، الله واري جي ڏکيءَ دل جي دانهن ۽ سيني جي آهه، سندن ئي الفاظن ۾ بيان ٿيل آهي.

"ڪَلَامُ الْمُلُوْكِ مُلُوْكُ الْڪَلَامِ" (بادشاهن جي ڪلام، ڪلامن جو بادشاهه هوندو آهي) جي مطابق حضرت قبله الحاج الله بخش نقشبندي غفاري دامت برڪاتهم العاليه جو ڪلام هڪ طرف نهايت سليس، آسان ۽ عام فهم آهي ته ٻئي طرف وري اديبانه طرزِ بيان ۾ به پنهنجو مٽ پاڻ آهي. سندن تحرير مان ڪي خاص نڪتا هيٺ بيان ڪجن ٿا:

(١) بني نوع انسان جي تخليق، معرفت الاهي حاصل ڪرڻ لاءِ ٿي آهي ۽ ان لاءِ علم، عمل ۽ اخلاص ٽنهي شين جو هجڻ ضروري آهي، انهن ۾ به اصل مقصود "اخلاص" ئي آهي. بزرگن فرمايو آهي ته علم هڪ وڻ جي مثال آهي، عمل انجو ميوو آهي ۽ اخلاص ان ۾ ميٺاج آهي. پوءِ جهڙي طرح بنا ميوي جي وڻ بيڪار ۽ بنا ميٺاج جي ميوو بيسود آهي.

اهڙي طرح بنا ”اخلاص“ جي عمل ۽ بنا عمل جي علم به مفيد ٿي نٿا سگهن. اهوئي سبب آهي جو حديث شريف ۾ اچي ٿو ته الله تعاليٰ جي نظر اوهان جي صورتن ۽ جسمن تي نه، پر اوهان جي عملن ۽ دلين تي آهي.

ٻي حديث ۾ حضرت نبي ڪريم رؤف رحيم ﷺ جن فرمائن ٿا ته عملن جو دارومدار نيتن تي آهي. پوءِ جنهن عمل جي نيت ۾ جيتري قدر اخلاص زياده هوندو، اوتري قدر انجو اجر ۽ مرتبو به زياده ٿيندو. پاڻ حضرت صاحب جن به اخلاص جي ڪمال درجي تي فائز آهن ۽ سندن ڪوشش به اهائي رهي آهي ته هر مسلمان جي زندگي حُسنِ اخلاق، صداقت، سچائي ۽ اخلاص جو نمونو هجي. پاڻ انهيءَ ماسباي ۾ رقمطراز آهن:

”اها زندگي عطا فرمائي، اهي ڪم ڪرائي، جنهن جو غرض، جنهن جو مقصد، جنهن جو نتيجو، دنيا جي عزت، مان مطلوب نه، وڏيون پگهارون مقصود نه، وڏو آفيسر بڻجڻ محبوب نه، دنيا جا عيش اسباب راحتون مرغوب نه، دنيا جا محل مڪان منظور نه، فقط اها طلب، محض اها تمنا، رڳو اهو غرض ته، الله تعاليٰ راضي ٿئي، خالق اڪبر راضي ٿئي، سلطانِ دوجهان، شهنشاه مڪي مدني ﷺ راضي ٿئي، ملڪ قوم، دين اسلام جي خدمت جو شرف حاصل ٿئي.“ (مڪتوب نمبر ٢)

(٢) پاڻ جيئن ته الله تعاليٰ جي عشق محبت ۾ نهايت درجه فنائيت جي مقام تي فائز آهن، انڪري سندن هر مڪتوب الله تعاليٰ جي عشق محبت، ذڪر فڪر ۽ اطاعت جي ترغيب تي مشتمل آهي. پاڻ انهيءَ سلسلي ۾ رقمطراز آهن:

”عزيزا! الله تعاليٰ جي ياد، محبت ۽ اطاعت نهايت اعليٰ ۾ اعليٰ، بالاتر سعادت آهي، هر دوجهان جون نعمتون ان مٿان قربان ڪيون وڃن. اگر الله تعاليٰ جي ياد، محبت ۽ اطاعت آهي ته حياتي برباد آهي. اهو انسان مفلس، سچو، ذليل ۽ خوار

آهي، اگرچه دولتمند، وقت جو حاڪم ڇو نه هجي".
(مڪتوب نمبر ١٦)

"عزيزا! محبت الاهي هڪ عجيب نعمت، بي بها دولت آهي ۽ ڪنهن ازلي سعيد جي حصي ۾ ايندي آهي. اهو شخص وڏو خوش نصيب آهي، جيڪو دل و جان سان انجو طالب آهي. جنهن جي سيني بي ڪيفي ۾ ذره پر به محبت آهي، اهڙي شخص وٽ جڳ شاهي آهي، پوءِ ڪٿي ان وٽ ڪاڻ لاءِ رات جي ماني به پوري نه هجي. اوهان چوندو ته سائين هيءَ حالت ڪيئن حاصل ٿي سگهندي؟ عزيزا!! اهو سبق حضرت سيدنا صديق اڪبر رضہ، حضرت سيدنا بلال رضہ ۽ حضرت سيدنا خباب رضہ کان سکو". (مڪتوب نمبر ١)

(٤) سندن ڪلام مان معلوم ٿو ٿئي ته حضور پُر نور شافع يوم النشور ﷺ جو عشق محبت سندن رڳ رڳ، لُون لُون ۾ سمايل آهي. هڪ مڪتوب اندر سُنت نبويه ﷺ جي اتباع تي خوشيءَ جو اظهار ڪندي رقمطراز آهن:

هن عاجز کي هن ڳالهه جي حد کان زياده، بيان کان ٻاهر، خوشي، فرحت ۽ راحت حاصل ٿي آهي، جو عزيزم ميان محمد عثمان بموجب قانونِ الاهي، حڪم نبوي ﷺ ڏاڙهي شريعت موجب ڇڏي آهي. هن پُر آشوب فتنه واري زماني ۾ عام خاص ماڻهن، دوستن رفيقن، آفيسرن جي ٺوڪ ملامت جو بار کڻي عشق جي ميدان ۾ مردِ مجاهد، شير دل ٿي، قدم رکيو آهي. جنهن لاءِ مبارڪ! صد مبارڪ!! هزار مبارڪ!!! لک مبارڪ!!!! (مڪتوب نمبر ٢).

مجھے کوئی ملے نہ ملے، محمد مصطفیٰ ملے،
ملے وہ شئ جسکے ملنے سے، مجھے ربّ العُلیٰ ملے۔

(٥) ٻاڻ مسلمانن جي موجوده پستيءَ جو سبب، پنهنجي اصلاح جو اونو ۽ فڪر نه ڪرڻ، روحانيت کان دور رهڻ، ملڪ و ملت جي صحيح نموني خدمت نه ڪرڻ، کي قرار ڏيئي

ذمہ دار افراد کي احساس ڏياريندي رقمطراز آهن:

”ملڪ ۾ ليڊر بہ گهڻا، پيشوا بہ گهڻا. منسٽر آنريبل بہ گهڻا، ديني دنيوي تعليميافتہ بہ گهڻا. ميمبر صاحب بہ گهڻا، ملڪ، قوم، مذهب جا خادم سڏائڻ وارا دعويدار بہ گهڻا. ليڪن ملڪ، قوم، مذهب ڏينهون ڏينهن پوئتي، حالت تمام ابتر آهي. انجو اهوئي سبب آهي جو اهي دعويدار خود غرض آهن، پنهنجي عزت، دولت ۽ مرتبي جا طالب آهن. انهن ۾ روحانيت ناهي، سندن پنهنجي اصلاح ٿيل نہ آهي ۽ وري جني روحانيت ۽ اصلاح جو سبق ملي ٿو، انهن ڪاليجن ۽ درسگاهن ۾ روحاني استادن وٽ نہ ڪڏهن ويٺا ۽ نہ وري صحبت ٿي حاصل ڪيائون. جڏهن تہ پاڻ خود اڻ سڌريل، نفساني خواهشن جا غلام، حرص هوس ۾ قيد ٿيل آهن تہ پوءِ اهي قوم، ملڪ ۽ مذهب جي ڪهڙي خدمت ڪري سگهندا؟“

مطلوب ہے تجھے گر، محمود، قوم ہونا،
میدان خادمی میں، پہلے ایاز ہوجا.

اتفاق، اتحاد ۽ باهمي ربط هر طرح ڪاميابيءَ جو باعث آهي ۽ انجي برعڪس اختلاف ۽ انتشار نهايت نقصانڪار آهي. ان سلسلي ۾ ڪن فقيرن جي جزوي اختلافات جو ٻڌي، سندن دل ڪي ڏاڍو صدمو رسيو ۽ پاڻ انهن ڏانهن مڪتوب اندر رقمطراز آهن:

نهايت افسوس جي ڳالهہ آهي، جو شيطان لعين پنهنجو مڪر، فريب، دام تزوير هلائي، توهان ۾ خرابي، نفاق، افتراق پيدا ڪري ۽ هو پنهنجي حملي، مڪر ۾ مؤثر رهي، جو توهان سواءِ سوچ، فڪر ۽ صحت معاملي جي، هن جي حملي جو نشانو بنجي بدظنيءَ جو شڪار بنجي پيو.

منهنجا پيارا! پاڻ ۾، دوستن ۾، جماعت ۾، اهڙا معاملہ پيدا ٿين ٿا، انهن کي احسن طريقي سان نباهڻ، مرد عاقل جو ڪم آهي. شيطان لعين ۽ انجا حواري، جماعت غفاريہ جا دشمن آهن. هنن کي جماعت جي محبت، پيار، اتباع شريعت، استقامت برڪار نيڪي ڪٿي پسند آهي؟ توهان ذڪر وارا آهيو،

صاحب بصيرت آهين، صحبت يافته آهيو، سوچ ڪيو ۽ ان رهزن جو پير ڪٿو. صدق وفا، اخلاق همدردي ۽ محبت مروت سان هڪٻئي کي سمجهايو. (مڪتوب نمبر ۴)

[٦] راهه حق جي طالب کي پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيئي ڏک ڏاڪڙا ۽ تڪليفون درپيش اچن ٿيون، جن جي برداشت ڪرڻ ۽ استقامت سان رهڻ بغير، منزل ماڻڻ مشڪل آهي. ان سلسلي ۾ پاڻ نهايت مختصر پر بامقصد لفظن ۾ هڪ مڪتوب اندر رقمطراز آهن:

"عزيزا! طالب کي گهرجي ته پنهنجي همت، قوت، استعداد ۽ استقامت کي مضبوط بلند بالاتر رکي، غفلت تڪاسلي، سستي هرگز روا نه رکي. سواءِ مردانگي ۽ قربانيءَ جي هرگز مقصد کي نه پهچندو. هن راهه ۾ آدمين جي زباني تير تلوار، طعنه ٽوڪ ۽ ملامت کان بزدل، سست ٿي، محبت جي ميدان ۾ پٺي ڏيئي نه هٽي، نه پچي نه ڪمزور ٿي، سچي ڪبي، هيڏي هوڏي واجهائي.

گرونانڪ جا چيلا (سِک) بتن جا پوڄاري، بد مذهب بد عقيده پڪا رهزن، چور زاني، شرابي خوني، جهل سزائون، قاسيون، تانهن سير ۾ قربان ڪن، پر گناهن جا ڪم نه ڇڏين ۽ حضور اڪرم ﷺ جن جو سچو غلام، پڪو مسلمان، مخلص عاشق، سست ٿئي، هرگز نه." (مڪتوب نمبر ٢)

حاصل ڪلام مڪتوبات شريف جي لفظي حسن توڙي معنوي خوبين جو اندازو لڳڻ يا ڪرڻ سان نه، پر پڙهڻ سان ئي تعلق رکي ٿو. سچ پچ سنڌي زبان ۾ ڪنهن به بزرگ جا هيترا، هن نموني، حقيقت معرفت سان ڀرپور مڪتوب ڪڏهن به شايع نه ٿيا هوندا. جهڙي طرح فارسي زبان ۾ مڪتوبات حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رح هڪ بي نظير مڪتوبات جو مجموعو آهي، اهڙي طرح سنڌي توڙي اردو ۾ حضرت صاحب جن جي مڪتوبات جو مقام به نهايت بلند بالا آهي. شريعت، حقيقت، طريقت، معرفت، حقوق الله، حقوق العباد جي متعلق بيش بها دولت جو هي خزانو هر سالڪ جي لاءِ راهه تصوف ۾ نهايت قيمتي تحفه آهي.

لاشيءِ فقير **حبيب الرحمان** فضل غفاري.

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

# مکتوب [۱]

سلمہ اللہ تعالیٰ!
مولوی فتح محمد صاحب
بخدمت جناب مشفقی محبی ارشدی اخوی

وعلیکم السلام ورحمۃ اللہ وبرکاتہ‘۔ بحمد اللہ، یہ حقیر پُر تقصیر خیریت سے ہے اور خداوند کریم سے آپ کی خیر و عافیت اور شریعت علیہ محمدیہ (علی صاحبہا الصلوٰۃ والسلام) پر استقامت مطلوب۔

**میرے عزیز!** اللہ تعالیٰ کا ذکر و یاد، دونوں جہاں کی سعادت، عرشی خزانے، گنجینے کی چابی اور یہ نعمت خوش نصیب کے حصہ میں ہی آتی ہے۔ لیکن ذکر کس طرح کیا جاوے اور ذاکر صادق کون ہے؟ ایک عزیز نے ایک فقیر کو دیکھا اور پوچھا کہ تو کہاں سے آیا ہے؟ اس نے کہا اللہ۔ پھر پوچھا کہاں جائیگا؟ اس نے جواب دیا اللہ۔ پھر پوچھا تیرا مطلب کیا ہے؟ اس نے کہا اللہ۔ موافق حال عمدہ: (بیت)

چنانست در دلم حاضر، دگر را جائے نے در دل،
وگر گویم سخن باکس، ہمیں اللہ گویانم۔

(وہ میرے دل میں اس انداز سے موجود ہیں کہ دل میں کسی اور کی گنجائش ہی نہیں۔ اگر کسی سے بات چیت کرتا ہوں، تو زبان پر لفظ اللہ ہی آتا ہے)۔

**مکرما!** ہم تو ذاکر ہی نہیں، ذاکر کا تو یہ حال ہوتا ہے:-

ایں بس کہ دو دیدہ، در خیالت دارم،
در ہــــرچہ نظر کنم، توئــــی پندارم۔

یعنی چونکہ دونوں آنکھیں تیرے خیال میں مستغرق ہیں، اس لئے جس چیز کو دیکھتا ہوں یہی خیال کرتا ہوں کہ توہی ہے۔

**طالب** کو چاہئے کہ اپنے دل کو اللہ کی یاد سے آباد رکھے۔ اللہ تعالیٰ کے اسم کے تکرار سے دل کو تازہ رکھے اور اس طرح رہے کہ ظاہر میں خلقت کے ساتھ اور باطن میں اللہ کے ساتھ۔ (بیت)

از دروں شو آشنا، و از بروں بیگانہ باش،
ایں چنیں زیبا روش، کم مے بود اندر جہاں۔

(اپنے باطن کے متعلق باخبر اور باہر کی چیزوں سے بے خبر بن جا، یہ بہتر خصلت زمانے میں بہت کم پائی جاتی ہے۔) اور مراقبہ کی حقیقت درج ذیل بیت سے سمجھ لیں:
(بیت)

لب بہ بند و چشم بند و گوش بند،
گر نہ بینی سر حق، بـر مــن بخند۔

(غیر سے زبان، آنکھیں اور کان بند کرلے، پھر بھی اگر تجھ پر حقیقت کے مخفی راز نہ کھلیں تو مجھ پر ہنسنا)۔

**ذکر** و مراقبہ کی مزید وضاحت و حقیقت مکتوبات حضرت قبلہ و کعبہ خواجہ خواجگان حضرت خواجہ **دوست محمد** قندھاری رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ سے نقل کر کے عرض کی جاتی ہے:-

**بھائی جان!** خداوند جل شانہ' کا ذکر جمیع عبادات کا بھید ہے۔ یہ بلند سعادت، اس شخص کو نصیب ہوتی ہے، جو تمام علائق و عوارضات دنیا سے اپنا تعلق قطع کرے اور اس پر خدا تعالیٰ کے عشق کی آگ غالب ہو جائے۔ جب تک اللہ تعالیٰ کے ذکر میں دوام حاصل نہ ہو جائے، اسوقت تک اللہ تعالیٰ کی محبت کا غلبہ حاصل نہیں ہوسکتا۔ نیز

معلوم رہے کہ تمام ذکر کی بنیاد کلمہ شریف، اللہ اور لا إلٰہ إلاَّ اللہ ہے اور اس کی حقیقت کا یہ نتیجہ ہوتا ہے کہ بندہ جمیع اشیاء سے اپنا تعلق قطع (مراد تعلق باطنی) کر لیتا ہے۔ خدا تعالیٰ کی محبت کے سوا کسی دوسری شے کی طرف توجہ نہیں کرتا۔ یہاں تک کہ وہ اپنے وجود سے بھی بھاگتا ہے، اور پھر جمیع ماسویٰ سے روگردان ہوجاتا ہے اور حق تعالیٰ کے ذکر میں مستغرق ہوکر اپنی زندگی گذارتا ہے۔ جب ایسی حالت ہوجائے، تو سمجھ لو کہ ذکر کا کل فائدہ حاصل ہوگیا۔ یہ ذکر کی لگاتار مشق کا نتیجہ ہے کہ بندہ دنیا اور اس کے ساتھ جمیع لہو و لعب اور شہوت نفسانی کو ترک کر دیتا ہے اور اس ذکر کی بدولت نفس و شیطان کے شر سے بھی نجات حاصل کرلیتا ہے۔ کہہ بجئے کہ اللہ بس اور ماسویٰ عبث و ہوس وَانْقَطَعَ عَلَيْهِ النَّفَسُ۔

**مکرما!** محبت ایک عجیب نعمت، بے بہا دولت، کسی ازلی سعید کے حصہ میں آتی ہے۔ وہ شخص بہت ہی نیک بخت ہے، جو بذل و جان اسکا طالب، کوشاں و جویاں ہے، جس کے سینہ بے کینہ میں ذرہ بھر محبت ہے۔ بزرگوں نے کہا ہے کہ ایسے شخص کے پاس ہزار پادشاہی ہے، اگرچہ اس کے پاس رات کی روٹی نہ بھی ہو۔ تم کہو گے کہ کس طرح حاصل کی جاوے؟

**عزیز من!** حضرت سیدنا صدیق اکبر رضی اللہ تعالیٰ عنہ، حضرت سیدنا بلال رضی اللہ تعالیٰ عنہ، حضرت سیدنا خباب رضی اللہ تعالیٰ عنہ سے سیکھو۔ مجنوں، سسئی، مہنی سے سیکھو۔ تم نے کتاب **"عشق حبیب"** تصنیف کیا ہے۔ واقف! ماہر!! اس کتاب کو پھر دیکھو! کسی عارف نے کیا اچھا کہا ہے: (بیت)

یک دل داری بس است، یک دوست ترا،
دل در پئے این و آں، نہ نیکو است ترا۔

(تیرا دل بھی ایک ہے، تیرے لئے دوست بھی ایک

ہی کافی ہے، لہٰذا دل میں قریب و بعید کو بسانا تیرے لئے مناسب نہیں ہے۔)

دوسرے نے فریاد کرکے کہا: (بیت)

از دل بروں کنم، غم دنیا و آخرت،
یا خانہ جائے رخت بود، یا خیالِ دوست۔

(دل سے دنیا و آخرت کے فکرات دور کرلوں، اسلئے کہ دل یا تو توشہ دنیا و آخرت کا مقام ہوسکتا ہے یا محبوب کے سکون کا محل)۔

تیسرے نے بنالاں و گریاں کہا: (بیت)

حدیثِ عشق میگوئی و دل با دیگراں بندی،
دو تیغ آخر تو میدانی، کجا در یک میان گنجد۔

(باتیں تو عشق کی بتا رہا ہے لیکن دل تو اوروں سے متعلق ہے۔ آخر یہ بھی تو سوچ، کہ دو تلواریں ایک ہی میان میں کس طرح سما سکتی ہیں؟)

چہارم نے بجوش و خروش تنبیہ کی: (بیت)

در حضورِ دوست، ہر جانب نظر کردن خطا است،
یک زماں حاضر نشیں، اے دل! کہ جانان حاضر است۔

(محبوب کے آتے ہوئے اِدھر اُدھر دیکھنا گناہ ہے۔ اے دل! ذرا ایک ساعت تو موجود رہ، کیوں کہ محبوب حاضر ہے۔)

**عزیز من!** اسی درد کا داستان بالکل طویل، نہایت خوبرو جمیل، قصہ مختصر، والسلام۔ وہ خالق کون و مکاں، مالک لا یزال، ہمیں تمھیں اس نعمت عظمیٰ سے بہرہ ور فرمائے آمین!

**لاشئ فقیراللہ بخش غفاری**

بسم الله الرحمن الرحيم

# مڪتوب [۲]

سلمڪم الله تعاليٰ،
مياڻ امان الله صاحب،
مياڻ عبدالغفور صاحب، مياڻ عبداللطيف صاحب،
بخدمت جناب مڪرمي محترمي عزيزي مياڻ محمد عثمان صاحب،
بعد السلام عليڪم و رحمة الله و برڪاته' معلوم باد ڪه،
هن عاجز جي طرف بفضله تعاليٰ هر طرح خيريت آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ توهان جمله صاحبن کي خوش سلامت رکندو ۽ دين دنيا، آخرت جي ترقي سعادت عطا فرمائيندو. (آمين). دل کي محبت و تعلق غير کان خالي ڪري، پنهنجي عشق محبت سان مالا مال، مخمور معمور فرمائي. (آمين). ۽ توهان جمله صاحبن، تنين وڏن کي خداوند تعاليٰ شانه' پنهنجي ياد، اطاعت، اتباع حقيقي ۽ حضرت تاجدار مدينه، سالار دين، دنيا و عقبيٰ، محبوبِ ڪبريا ﷺ جي صحيح غلامي و تابعداري، سرفراز مشرف فرمائي. (آمين).

**آها زندگي** عطا فرمائي، آهي ڪم ڪرائي، آها ترقي مرتبه دين دنيا جو عطا فرمائي، جنهن جو غرض، جنهن جو مقصد، جنهن جو نتيجو، دنيا جي عزت، مان مطلوب نه، وڏيون پگهارون مقصود نه، وڏو آفيسر بنجڻ محبوب نه، دنيا جا عيش اسباب راحتون مرغوب نه، دنيا جا محل، بنگلا باغ، مڪان منظور نه، ماڻهن جي واه واه، ڀَلي ڀَلي، خانصاحبي مقبول نه، دنيا جو جمع ڪرڻ، عمده پوشاڪون، الذيذ کاڌا مسرور نه، ڪجهه نه، ڪجهه نه، ڪجهه نه.

**فقط** اها طلب، محض اها تمنا، رکو اهو غرض ته الله تعاليٰ راضي ٿئي، مالڪ الملڪ، خالق اڪبر راضي ٿئي،

سلطان دوجهان، شهنشاه مکي، مدني، عربي ﷺ راضي ٿئي، ملڪ قوم، دين اسلام جي خدمت جو شرف حاصل ٿئي.

مان خادم ٿيءَ، نوڪر ٿيءَ، بلڪ زر خريد غلام ٿيءَ، الله تبارڪ و تعاليٰ، حضرت رسول مقبول ﷺ ۽ دين اسلام، ملڪ قوم، جميع مسلمانان، تمامي مخلوق جي، ڪير به هجي، غلامي ڪيان، خدمت ڪيان!

عزيزو! اها آهي صحيح معنيٰ ۾ زندگي، اها آهي بندگي، ان جو نالو آهي اسلام. مسلمان اهو آهي، غازي، مرد مولا، مجاهد، ذيشان اهو آهي. حقيقتاً الله تعاليٰ جو بنده ۽ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جو سچو امتي، صادق غلام اهو آهي.

عزيزو! ان جو نالو آهي روحانيت. اهو راز نه کلندو، اهو مرتبو نه ملندو، اها حقيقت نه کلندي، ان مقصد کي نه پهچندين، جيستائين ڪنهن ڪامل اڪمل شيخ، روحاني پيشوا، هادي رهنما سان تنهنجي نسبت باطني پيدا نه ٿيندي ۽ اها صحبت توکي ميسر نه ٿيندي.

ملڪ ۾ ليڊر به گهڻا، پيشوا به گهڻا، منسٽر آنربل به گهڻا، آفيسر گورنر به گهڻا، انگريزي خواه عربي، ديني دنيوي، تعليم يافته به گهڻا، ميمبر صاحب، خانصاحب، مولوي صاحب، علامه صاحب، ولايت پاس ڪيل به گهڻا، ملڪ قوم، مذهب جا خادم سڏائڻ وارا، دعويدار به گهڻا، ليڪن ملڪ، قوم، مذهب ڏينهون ڏينهن پوئتي، حالت تمام ابتر، بربادي! اهوئي سبب آهي جو اهي دعويدار خودغرض آهن، پنهنجي عزت، دولت ۽ مرتبي جا طالب عاشق آهن. انهن ۾ روحانيت نه آهي، انهن جي پنهنجي اصلاح ٿيل نه آهي، جتي روحانيت ۽ اصلاح جو سبق، تعليم و قوت ملي ٿي، ان درسگاه ڪاليج ۾، روحاني استادن وٽ نه ڪڏهن ويا، نه صحبت ۽ مجلس ڪئي اٿن. جڏهن ته خود اڻ سڌريل، نفساني خواهشن جا غلام، حرص هوس، ضد ڪيني ۾ قيد ٿيل آهن ته اهي قوم، ملڪ ۽ مذهب جي

ڪهڙي خدمت ڪندا ۽ ترقي ڏياريندا؟ اهي الله تعاليٰ، قانوني خدائيءَ جا باغي، هادي برحق حضرت رسول اڪرم ﷺ جن جي اطاعت ۽ اتباع، انهن لاءِ عيب ۽ عار، ڇا! اهي به ملڪ قوم مذهب جو سڌارو ڪندا؟ نه هرگز نه... ڪنهن عاشق چيو آهي:

دنيا ۾ دين گولهڻ آهي عبث بلڪل عبث،
ڪڏڻ ۾ مرد ڦولهڻ آهي عبث بلڪل عبث.

**عاجز** جو هي مطلب نه آهي ته انگريزي نه پڙهو، وڏا عهدا، وڏا آفيسر، مڪان ۽ محل، وڏيون پگهارون نه هجن، مٺا ڪپڙا، لذيذ کاڌا نه هجن. هرگز نه، ڪڏهن به نه، اهو مطلب غرض نه آهي. بيشڪ توهان صاحبن، خواهه جميع مسلمانن کي الله تعاليٰ دين دنيا، عقبيٰ جي عزت عيش، نعمت ۽ دولت سان مالامال، سرفراز رکي.

**گفتگو** فقط هن ڳالهه ۾ آهي ته دنيا ۽ دنيا جي عزت، دولت، عهده، نوڪري، عيش سامان، دنيا جي ترقي، جيڪا اسان توهان سان وفا ڪرڻ واري نه آهي، جنهن جو نتيجو، تجربه توهان، اسان اڳيان روشن آهي. حضرت آدم عليه السلام کان وٺي اڄ تائين ڪنهن سان دنيا ۽ دنيا جي انهن شين وفا ڪئي آهي؟ باوجود ان جي غلامي، ڪوشش سعيو، فڪر ڳڻتي، جهوري لوري، محنت تڪليف، ڏينهن رات، هر وقت ان جو ئي آهي. دين، آخرت طرف، الله تعاليٰ، حضرت رسول مقبول ﷺ جن جي اطاعت، بندگي، غلامي، عبادت، محبت، رضامندي لاءِ نه وقت آهي نه فراغت، نه ڪوشش آهي نه فڪر، نه محنت آهي نه رياضت، بلڪ اها اطاعت، غلامي، تابعداري، عيب ۽ عار، بي عزتي، اجايو بيجاهه سمجهي ۽ ڪري رهيا آهيون. ڇا! هي به قوم، ملڪ ۽ مذهب جا خادم، پيشوا، ليڊر ۽ منتظم ٿي سگهن ٿا؟ جي هي پيشوا ۽ اڳواڻ آهن ته ملڪ، مذهب ۽ قوم ترقي ڪندي؟

**آن** لاءِ ضرورت آهي تہ جڏهن اسان خود بيمار، خواب غفلت ۾ ستل، نفس شيطان جا مريد، حرص هوس خواهشات جا غلام، عزت مرتبي، شان شوڪت جا طالب آهيون تہ اول اسان پنهنجي اصلاح ۽ علاج جو فڪر ۽ ڪوشش ڪيون ۽ ان باري ۾ ڪو عملي قدم کڻون. پڻ تي تہ ڪاوڙ جوش ڪيون تہ پر پنهنجو اندر خراب، قلب سياه ۽ نفس سرڪش، غدار مڪار، خدائي قانون، اتباعِ شريعت، قرآنِ ڪريم کان باغي منڪر ۽ عذر بهانا ڪندڙ آهي. حياتي برباد، زندگي تلف ٿي رهي آهي. ان لاءِ ڪا سوچ ڪري، پنهنجي بهتري ۽ ڀلائي ڪيون. شيخ حاذق طبيب، باطني استاد، روحاني اعليٰ معلم، جيڪو صاحبِ ڪمالُ، حضرت سرڪارِ مدينہ، سلطان دوجهان ﷺ جن جو صحيح، ظاهر ۽ باطن ۾ سچو نائب، حقيقي جاءِ نشين، سندن دين جو وارث، ملڪ، قوم، مذهب ۽ جميع مسلمانن جو پورو خيرخواه، همدرد، پيشوا، رهنما هجي، ان سان قلبي رابطو، سچي نسبت، دلي اخلاص، صدق يقين رکون ۽ ان روحاني درسگاه ڪاليج ۾ ڪي چار ڏينهن زيرِ تعليم تربيت رهون.

**عزيزو!** توهان اسان غور انصاف ڪيون تہ ۳۰۰ يا ۴۰۰ روپيہ ماهوار پگهار لاءِ، جو دنيا هڪ حقير تمام ادنيٰ ۽ ڪمترين شيءِ آهي، ان جي حصول، معمولي عزت لاءِ ڪيڏا خرچ، تڪليفون، سفر، وطن ۽ مائٽن کان دوري، جان ۽ مال جي قرباني، جا بہ تڪليف ڏکيائي ڪجهہ پرواه نہ، ذره ڀر سستي غفلت نہ! ان جي بہ منع نہ آهي ۽ نہ وري عاجزئي منع ڪري ٿو. ليڪن جو فرضي، اهم، تمام وڏي ۾ وڏو، ضروري ڪم، جنهن جو فائدو ۽ نہ ڪرڻ ڪري نقصان، توهان خود محسوس ڪيو ٿا، پوءِ ان لاءِ بہ ڪا قرباني، ڪو وقت، ڪو حصو عمر جو صرف، ڪا فراغت ٿيندي يا نہ؟

**توهان** جي بيداري، هوشياري ۽ نصيحت لاءِ پڻ ٿن

حديثن جو ترجمو عرض رکان ٿو شايد قبوليت ۾ اچي. نصيحت وٺي سجاڳ ۽ ڪوشان ٿيو.

**١- ترمذي شريف:** جي حديث آهي. حضرت نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته پنجن شين کي پنجن شين کان اڳي غنيمت سمجهو. (١) جوانيءَ کي پوڙهائيءَ کان اڳ. (٢) صحت کي بيماريءَ کان اڳ. (٣) غنا (دنياداري) کي فقر (سچائي) کان اڳ. (٤) فرصت کي مشغوليءَ کان اڳ. (٥) حياتيءَ کي موت کان اڳ.

**٢- حديث شريف:** حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو ته عجب! وڏو عجب آهي!! انهيءَ شخص لاءِ جو تصديق ڪري ٿو آخرت جي گهر جي ۽ ڪوشش ڪري ٿو، فاني گهرَ جي.

**٣- حديث شريف:** حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو ته قيامت جي ڏينهن حضرت آدم عليه السلام جي اولاد جا ٽيستائين پير نه سرڪندا يعني نه هلندا، جيستائين جو پنجن ڳالهين جي پڇا ڪئي وڃي: (١) ان جي عمر ڪهڙي شيءِ ۾ صرف ٿي. (٢) ان جي جواني ڪهڙي ڪم ۾ استعمال ٿي. (٣) مال ڪٿان ڪمايائين (حلال سان يا حرام سان). (٤) ڪهڙي ڪم ۾ خرچ ڪيائين (طاعت ۾ يا معصيت ۾). (٥) جيڪو علم پڙهيائين ان تي عمل ڪيائين يا نه؟ بس! اهي ٽي حديثون سمجهه ۽ عقل واري لاءِ ڪافي آهن.

**هن عاجز** کي هن ڳالهه جي حد کان زياده، بيان کان ٻاهر، خوشي، فرحت ۽ راحت حاصل ٿي آهي، جو عزيزم ميان محمد عثمان صاحب، بموجب قانونِ الاهي، حڪم نبوي عليه السلام ڏاڙهي شريعت موجب ڇڏي آهي. هن پُر آشوب فتنه واري زماني ۾ عام خاص ماڻهن، دوستن رفيقن، آفيسرن جي ٽوڪ ملامت جو بار ڪٺي عشق جي ميدان ۾ مرد مجاهد، شير دل ٿي، قدم رکيو آهي. جنهن لاءِ مبارڪ! صد مبارڪ!!

هزار مبارڪ!!! لک مبارڪ!!!!

**جڏهن** تہ توهان هي ڪم محض ان لاءِ ڪيو آهي تہ قانون جي انحرافي ۽ بي فرماني نہ ٿئي، جو اهو هڪ وڏو جرم سخت قانوني قلم آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ ۽ حضرت رسول اڪرم ﷺ راضي ٿين تہ محض ان ڳالهہ کي مدنظر، ملحوظ رکي، آدمين جي زباني تير تلوار، طعنہ، ٽوڪ ملامت کان بزدل، سست ٿي، محبت جي ميدان ۾، پٺي ڏيئي نہ هٽندا، نہ پڇندا، نہ ڪمزور ٿي سچي ڪبي، هيڏي هوڏي واجهائيندا.

گرونانڪ جا چيلا (سِکَ) بتن جا پوڄاري، بدمذهب، بدعقيده پڪا رهن، چور زانـي، بدمعاش شرابي، قاتل خوني ڌاڙيل، اگرچ مارڪٽ، جيل سزائون، خانہ دربدر، ڦاسيون، ٽانگہ سر بہ قربان ڪن، پر گناهن جا ڪم نـہ ڇڏين! ميان محمد عثمان، حضرت نبي ڪريم ﷺ جو سچو غلام، پڪو مسلمان، مخلص عاشق، حضرت غوث الاعظم محبوب غفاري دام حياتہ' جو مريد صادق، طريقہ نقشبنديہ جو سڏائـي سست ٿئي، هرگز نہ.

هي عاجز توهان جملہ صاحبان جو خادم، خير خواه، همدرد آهي. دنيا جي طمع ذره پير نہ آهي.

تاريخ ۵ ماه رجب
از: درگاه رحمتپور شريف
لاڙڪاڻہ

**والسلام فقير الله بخش غفاري**

# مکتوب [۲]

فی الدارین

سلمہ اللہ تعالیٰ

بخدمت جناب مشفقی عزیز میاں فتح محمد صاحب

السلام علیکم و رحمۃ اللہ و برکاتہ'۔ گرامی نامہ موصول ہوا، احوال مندرجہ سے آگاہی ہوئی۔ حالِ محبت و اخلاص اور داستانِ درد اور جوہر خدمتِ خلق معلوم کردہ، بہت ہی خوشی اور مسرت حاصل ہوئی۔ یہ بندہ، کمترین دعاگو ہے کہ حضرت حق سبحانہ' و تعالیٰ اس میں مزید برمزید محبت، بلکہ یہ جنون عطا فرماوے کہ یہ مرتبہ بلند، درجہ ارجمند، عاشقانہ رنگ، گرم و دردمند، عطا فرماوے۔ جیساکہ کسی جانگداز، جانباز عاشق نے کیا اچھا اور خوب کہا ہے! (رباعی)۔

در یادِ تو اے دوست، چناں مدہوشم۔
صد تیغ اگر زنی، از آں نخروشم۔

آہے کہ زنم بیادِ تو، وقتِ سحر۔
گر ہر دو جہاں دہند، من نفروشم۔

(اے محبوب! تیری یاد میں جو سحر کے وقت بے اختیار آہیں نکلتی ہیں، ان کی عیوض اگر مجھے دونوں جہاں بھی دیدئیے جائیں۔ پھر بھی میں یہ سودا نہیں کروں گا۔

سبحان اللہ و بحمدہٖ! کیا عجیب سخن، کیسی قیمتی بے بہا بات کہی ہے!!

میرے عزیز! یہ درد پیدا کرو اور اس بیت کا صحیح مصداق بنجاؤ۔ ایسے عزیزان و بلکہ عزیز از جان، مردانِ خدا کی

ضرورت ہے، جو دین اور خلق خدا کی خدمت کیلئے اپنے آپ کو وقف کردیں اور حصول رضائے باری تعالیٰ، حیاتی کا مقصد بنائیں۔ زندگی تو اس کو ہی کہتے ہیں، بندہ اور بندگی تو اس کا ہی نام ہے بلکہ صحیح معنی میں مسلمان تو اس کو کہتے ہیں۔ مسلمان کے ذمہ یہ فرض تو ہر وقت لازم، قائم و دائم ہے۔ ایسے فدایان مال و جان نثار مجاہدین، خادم مخلوق کی اشد ضرورت ہے۔ یہ صادقین کی سرفروش مخلص جماعت وہ کام کرسکتی ہے۔ جیساکہ کسی بزرگ نے اسی حال کے مطابق درست اور بہتر کہا ہے۔ (بیت)

کبھیں مدت سے ساقی، بھیجتا ہے ایسا مستانہ،
جو بدل دیتا ہے بگڑا ہوا دستور میخانہ۔

**میرے مشفق عزیز!** جناب حضرت سبحانہ' و تعالیٰ و جناب رسالتمآب، فخر دوجہان، باعث کون و مکان، حضرت سرکار مدینہ، علیہ افضل الصلواۃ و اکمل التحیات، جناب حضرت قبلہ و کعبہ مرادات قبلہ عالم حضرت مرشد نا و مربینا وسیلتنا فی الدارین قدس سرہ العزیز کے جناب اقدس میں با ادب و بعجز و نیاز یہ دردمندانہ صدا و ندا اور چیخ و پکار، لیل و نہار، صبح و مسا، مستانہ وار، و الہانہ پیش حضور رکھنی چاہئے۔

یہ التجا، التماس بہ زبان سندھی مختصر تحریر عرض کی جاتی ہے۔ (ابیات)

پري جام ساقي ڏي پربور مون کي،
پيئي سان کري مست مخمور مون کي.
شراب کھنہ سان اھو جام ڀاريو،
نسيان ماسوا جو کو ساغر سوايو.
وڃي منجي هستي ٿئي حضور مون کي،
پيئي سان کري مست مخمور مون کي.
(اے ساقی! مجھے ایک ایسا بھربور جام عنایت کر،

جس کے پینے سے مخمور و مدہوش ہو جاؤں۔ یہ ساغر ایک ایسی پاک شراب سے لبریز ہو کہ پینے سے میری ہستی ختم ہوجائے اور دنیا و ما فیہا سے بالکل بے خبر ہوجاؤں)۔

اور دوسری یہ حالت اس کے ساتھ شامل حال رکھے، تا صحیح مسلمان اور خدمتِ خلق، خیر خواہی دین، رضامندی، اللہ تعالیٰ کا حصول یہ مطالب حاصل ہونگے اور نتیجہ و ثمرات و فوائد تا مرتب ہونگے۔ دوسرا پہلو یہ ہے: (ابیات):-

خداوندا! مسلمانم، مسلمانی نمی دانم،
و لیکن چوں مسلمانم، مسلماں دار یا اللہ!

(یا اللہ! میں مسلمان تو ہوں، لیکن مسلمانی سے بے خبر ہوں، یا اللہ! میں چونکہ مسلمان ہوں، مجھے مسلمان ہی رکھ)۔

یقیں خود را نمی دانم، کہ گبرم یا مسلمانم،
نہ در اسلام شایانم، نہ در کفار یا اللہ!

(یقینی طور پر میں اپنے آپ کو نہیں جان سکتا کہ مسلمان ہوں یا بد مذہب۔ نہ تو مسلمانوں میں زیب دیتا ہوں اور نہ ہی کفار میں اچھا معلوم ہوتا ہوں)۔

منم درویش و مسکینم، نہ در دنیا نہ در دینم،
بروں از خرقہ پشمینم، دروں زنّار یا اللہ!

(میں ایک فقیر و مسکین ہوں، نہ دنیا سے واسطہ ہے، نہ دین سے تعلق، ظاہر میں تو جبہ پہن رکھا ہے، لیکن اندر میں تو زنّار ہے)۔

یہ عجیب نسخہ، کیمیاوی اکسیر احمر ہے!

ایک خطرے کا جواب بھی عرض کیا جاتا ہے کہ نفس یہ خیال وسوسہ پیدا کرے کہ تمہیں یہ حاصل نہیں؟ اس کا جواب یہ ہے کہ اگر کُلّی حاصل نہیں، تو اس سے محروم بھی نہیں۔ اس چاشنی سے محظوظ ضرور ہیں اور اس کا حصول اور تکمیل تو کام کرنے سے ہی ہوتی ہے۔

آپ بڑے خوش نصیب ہو کہ آپ میں یہ جوہر استعداد

رکھا گیا ہے۔ اس نعمت عظمیٰ کو ضایع مت کرو اور اس سے نفع، ترقی و سعادت دارین حاصل کرو۔ (بیت):

دادیم ترا زگنج مقصود نشان،
ما نرسیدیم، شاید تو برسی۔

(ہم نے آپ کو مطلوب خزانہ کا راہ بتا دیا ہے، ہم تو نہ پہنچ سکے شاید آپ پہنچ جائیں)۔

کتاب کی حقیقت، مضامین، صورتحال خاکہ، جو آپ نے تحریر کیا ہے از حد خوشی حاصل ہوئی، خوشی اس بات کی کہ خلقِ خدا کو فائدہ اور حق تعالیٰ کی طرف آگاہی پیدا ہو۔

تاریخ ۲۳ ماہ جمادی الثانی
بر روز شنبہ
از فقیر پور۔

بشیرہ فقیراللہ بخشؒ غفاری

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# مڪتوب [۴]

سلمه الله تعاليٰ

بخدمت مشفقي مڪرمي ميان فتح محمّد صاحب

السلام عليڪم ورحمة الله و برڪاته': گرامي نامو مليو، حوال مندرج معلوم ڪري دل کي ڏک پهتو.

عزيزا! جناب شاه صاحب جن جي موري تعلق واري جماعت، حضرت قبله عالم قطب الارشاد محبوب رب العالمين، حضرت مرشدنا و مربينا و وسيلتنا في الدارين رحمة الله تعاليٰ عليه جي ساري جماعت ۾ مخصوص جماعت آهي، تن ۾ ٻه جناب عزيزم مولوي غلام قادر صاحب ۽ توهان صاحب ۽ ٻيا ڪي فرد برگزيده مخلص نهايت قرب واراشمار ڪيا ويندا آهن. نهايت افسوس جي ڳالهه آهي، جو شيطان لعين پنهنجو مڪر فريب، دام تزوير هلائي، توهان ۾ خرابي نفاق، افتراق پيدا ڪري ۽ هو پنهنجي حملي، مڪر ۾ مؤثر رهي، جو توهان سواءِ سوچ، فڪر، صحت معامله جي، هن جي حملي جو نشانو بنجي هڪ ٻئي ڏانهن بدظن ٿي، پنهنجي سالن جي محبت، تعلق صحبت بعد ٻه چند روزن ۾ صفا هڪ ٻئي کان بيگانه متنفر نه فقط ايترو بلڪ پنهنجو ديني به ايڏو نقصان جو نه ذڪر نه فڪر، نه مراقبو نه تهجد، نه جماعت سان ويهڻ نه رهڻ ۽ محبوب ڪريم جي سالن جي سنت پيروي کان روگرداني، الله تعاليٰ ڪرم فرمائي جو شايد نماز ۾ به نقصان هوندو. والله اعلم بالصواب.

حضرت قبلہ عالم غوث الاعظم محبوب کبريا قلبي و روحي فداه جا ۱۰-۱۲ سالن جا صحبت يافتہ، بار بار ايندڙ، همنشين، هم جليس، محب صادق، مخلص، قرب وارا غلام، جن تي محبوب ڪريم جون بي انتها مهربانيون، احسان اڪرام، صاحب استقامت جا، هڪ ناموافق، مخالف طريقہ ۽ شيطان لعين جي معمولي حملي ۾ شريعت، طريقت جو ايڏو نقصان، عظيم بيگانگي رکن، هي عجب طور طريقہ ۽ طرز انا لله وانا اليہ راجعون، سخت هيبت پيدا ٿي. محبوب سائين، ان غوث الاعظم قيوم الزمان جي صحبت، محنت ڪاڏي ويئي، ان محبوب ڪبريا جي دُر بي بها، يگانہ ارشادات مان ڪوبہ فرموده نصائح ياد نہ رهيو. (بيت)

من زياران چشم ياري داشتم،

خود غلط بود، آنچہ من پنداشتم.

(مون تہ دوستن ۾ دوستيءَ جي اميد رکي هئي، پر جيڪي ڪجهہ مون سوچيو سو غلط ثابت ٿيو).

**منهنجا پيارا!** اوهان محبت وارا آهيو. چا! اوهان کي خبر نہ آهي تہ شيخ ڪامل مڪمل جي نظر پنهنجي هر غلام تي رهي ٿي. هائي تہ حياتي مبارڪ کان بہ وڌيڪ سندن نظر ڪرم آهي. جڏهن مريد صادق، حق جو طالب، ڪنهن معمولي ڳالهہ جي ڪري (جنهن جي اصلاح ۽ تصفيہ تي سگهي ٿو، وڏي ۽ مشڪل ڳالهہ بہ نہ هجي) پنهنجي محبوب هادي برحق، مرشد غوث الاعظم قلبي و روحي فداه جو طور، طريقو، نقشو، پيروي، دستور غفاري ڇڏي ڏيئي، چا! هن ڳالهہ کان اهو آقا مرشد مربي، جيڪو توهان اسان جي جسم جان، مال ملڪيت جو مالڪ، جنهن جي هٿ ۾ اسان جون خواهشون، تمنائون ۽ ارادا زنجير سان جڪڙيل، گروي هجن، هن معاملہ جي ڪري سندن ذات با برڪات ۽ روح مبارڪ راضي ٿيو هوندو يا نہ. هن ڳالهہ جو ڪين ڪيترو ڏک ۽ صدمو پهتو هوندو؟ چا! هن ڳالهہ جو بہ ڪو فڪر ۽ سوچ آهي-؟

منهنجا دوست! محبوب مرشد ڪريم سان اچ وفا ڪرڻ جو وقت آهي، محبت ۾ قائم ۽ پيروي تي محڪم، دائم رهڻ جو اڄ وقت آهي. محبوب، پوري وفا ڪري ويا، غلامن ۽ عاشقن مان اڄ ڪير تو وفا ڪري؟ محبوب سائين جي محنت، مجاهده، رياضت، غمخواري، جا اسان توهان سان ڪري ويا آهن، ڪير تو ثابت قدم، طريقه، تعليم، پيرويءَ تي محڪم رهي؟ اهو خدا تعاليٰ جو محبوب، ايڏي شان عظمت، اوصاف حميده، ملڪي صفات جو مالڪ، جنهن لاءِ ساري دنيا روئي رهي آهي. غلام ته غلام، جي غير ۽ دشمن هئا، اهي به اڄ غم اندوه ۾ گريان نالان آهن. (بيت)

جان فدائے تو، ڪه هم جاني و هم جاناني،
هرڪه شد خاڪ درت، رست از سرگرداني.

(تو تان منهنجي جان قربان، ڇو ته تون منهنجو محبوب به آهين ته جان به آهين. جنهن پنهنجي پاڻ کي تنهنجي در جي خاڪ سمجهيو ته اهو هر پريشانيءَ کان آزاد ۽ آجو ٿي ويو).

منهنجا پيارا! پاڻ ۾، دوستن ۾، جماعت ۾، اهڙا معامله پيدا ٿين ٿا، انهن کي احسن طريقه سان نباهڻ، مردِ عاقل جو ڪم آهي. شيطان لعين ۽ ان جا حواري، جماعت غفاريه جا دشمن آهن. هنن کي جماعت جي محبت، پيار، اتباع شريعت، استقامت برڪار نيڪي ڪٿي پسند آهي؟ هو سڌو، راهِ راست نيڪيءَ کان منع، گناهن ۽ غفلت طرف راغب ڪري ٿو سگهي، اها سڄي ڪارگذاري، چالبازي، ان گرگ ڪهن استاد جي آهي. توهان ذڪر وارا آهيو، صاحبِ بصيرت جا آهيو، صحبت يافته آهيو، سوچ ڪيو، ان رهزن جو سراغ، پير ڪٿو، هڪ ٻئي کي سمجهايو، محبت مروت، اخلاق همدردي، صدق وفا، صحبت انس صفا، جو ضرورياتِ طريقت مان آهي، ڪڏهن نه ڇڏجو. (بيت)

هرکہ او اندر بلا، صابر نشد،
مقبل ایں درگہ، فاخر نشد۔
(جنهن مصيبت جي وقت صبر نہ ڪيو، اهو هن درگاه جو مقبول نہ آهي).

توهان صوفي، مخلص قرب وارا بہ صبر ۽ سهٽي روش چال اختيار نہ ڪيو تہ ٻيو ڪير عمل ڪندو؟.

در محبت هرکہ او، دعویٰ کند،
صد هزاران امتحاں، بروی کند۔
(جيڪو محبت جي دعويٰ ڪندو، ان کي محبوب سوين هزارين دفعا آزمائيندو آهي).

گر بود صادق، کشد بار جفا،
ور بود کاذب، گریزد از بلا۔
(جيڪو مريد سچو هوندو تہ صدمن جا سوين بار سهندو ۽ جيڪڏهن ڪوڙو هوندو تہ تڪليفون ڏسي پري ڀڄي ويندو).

جناب محترمي عزيزي مولوي غلام قادر صاحب، آنحضور پُر نور قلبي و روحي فداه جو نائب، توهان جو استاد ۽ پيشوا آهي. توهان سندس عزت احترام، پاڻ تي واجب ۽ پيار محبت، صدق وفا جو تعلق، دستور موجب بحال مزيد رکو.

جناب مولانا موصوف صاحب بہ پنهنجي خادمن، شاگردن، جماعت سان سلسلہ محبت پيار، الطاف عنايات ۾ هرگز ڪمي نہ ڪن. اگر ڪنهن بہ طرف کان غلطي ٿي آهي تہ حُسن ظن تي معاملہ رکي، درگذر ڪن. هن نقصان کان ٻيون نقصان وڌو آهي، طرفين ان جي سوچ ڪن. انشاءالله تعاليٰ روبرو اچڻ ٿيو تہ ان جي اصلاح ڪئي ويندي. بهتر تہ ائين آهي تہ بلا توقف، اصلاح ڪُلي ٿي وڃي.

راشي فقيرالله بخش غفاري

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

# مکتوب [۵]

سلمہ اللہ تعالیٰ
مولوی فتح محمد صاحب
بخدمت جناب محترمی عزیزی محبی

السلام علیکم ورحمۃ اللہ وبرکاتہ، یہ فقیر خیر و عافیت سے ہے۔ آنجناب کی صحت وعافیت اور شریعت مطہرہ (علیٰ صاحبہا الصلواۃ والسلام) پر استقامت بارگاہ ایزدی سے مطلوب۔ عرض یہ ہے کہ آپ کا مکتوب، مرغوب و راحت اسلوب پہنچا، حالات ما فیہا سے آگاہی ہوئی۔ اللہ تبارک و تعالیٰ آپ کو جزائے خیر عطا فرمائے۔

آپ خلق خدا کے فائدہ کیلئے، جد و جہد، سعی بلیغ، فرمارہے ہو۔ جزاک اللہ تعالیٰ خیرالجزاء دنیا و عقبیٰ میں کامیاب، کامران اور اپنی محبت سے سرفراز فرماوے۔ یہ دعا ازمن و جملہ جہاں باد۔

مکرما! عاقل اور دانا وہ شخص ہے، جو پانچوں نمازوں کو جماعت مسنونہ کے ساتھ اول اوقات مستحبہ میں اداکرے اور اپنی عارضی زندگی کو ذکر الاہی میں مصروف رکھے۔ کیونکہ دین و دنیا کی فلاح و بہبودی اسی پر منحصر ہے۔

ذکر میں ایسا مشغول رہیں، یہاں تک کہ کوئی لحظہ اور لمحہ بھی، بغیر یاد الاہی کے نہ گذرے۔ اللہ والوں کے ساتھ محبت و حسن عقیدت، پیوند عظیم دولت ہے۔ کسی سعید

شخص کو نصیب ہوتی ہے۔ کسی بزرگ نے کیا عجیب فرمایا ہے!

صحبتِ روشن ضمیراں، کور را بینا کند،
اختلال چشم عینک را حروف آموز کرد۔

(روشن ضمیروں کی صحبت نابینوں کو بینا بنادیتی ہے۔ اور یہی عینک کی مثال آنکھوں کی ہر خرابی ختم کر کے پڑھنے کے قابل بنادیتی ہے)۔

دوتسبیحہ درود شریف، دوتسبیحہ ذکر کلمہ شریف ۔ جس وقت بھی فراغت ہوسکے اگر دو دو نہ ہو تو، ایک ایک تسبیحہ اور بعد نماز عشاء دو صد مرتبہ استغفار اور دوصد سبحان اللہ و بحمدہٖ سبحان اللہ العظیم و بحمدہٖ اور سلسلہ شریف۔!

زیستم عمرِ بسے چوں دشمناں، دشمن مگیر،
بےوفائی کردہ ام، از تو وفا دارم امید۔

(میری زندگی کا بیشتر حصہ دشمنوں جیسا گذرا ہے، لیکن تو مجھے دشمن جیسی گرفت مت کر۔ میں نے تو عمر بھر بے وفائی کی ہے لیکن پھر بھی میں تجھ سے وفا کی امید رکھتاہوں)۔

ہم بدم بدگفتم، بد ماندہ ام بدکردہ ام،
با وجودِ ایں خطایا من عطا دارم امید۔

(بیشک برا ہوں، نازیبا کرتا اور کہتا رہا، لیکن ان گناہوں کے با وجود آپ سے عطا ہی کی امید ہے)۔

ہم فقیرم ہم غریبم، بیکس و بیمار و زار،
یک قدح زاں شربتِ، دار الشفا دارم امید۔

(میں فقیر بھی ہوں، مسکین بھی ہوں، بیمار و لاچار بھی ہوں، اور آپکے شفاخانہ سے اس مبارک شربت کے ایک پیالہ کا امیدوار بھی ہوں)۔

والسلام فقیر اللہ بخش غفاری

# مڪتوب [٦]

فی الدارین

سلمهم الله تعالیٰ

ميان علي محمد، ميان امان الله، ميون غلام مرتضيٰ،

ميان عبدالغفور صاحب، ميان طيب الدين صاحب،

بخدمت جناب عزيزي مشفقي عبداللطيف صاحب،

السلام عليڪم رحمة الله و برڪاته:- خط توهان پيارن جو پهتو احوال ڪان واقفيت ٿي، الله تبارڪ وتعاليٰ توهان ڪي دين و دنيا، عقبيٰ جي بهتري ڀلائي، سعادت ترقي، عطا فرمائي ۽ پنهنجي محبت سان قلب ڪي منور فرمائي، پنهنجي رضامنده وارن ڪمن جي توفيق عطا فرمائي- آمين!

**عزيزو:** رمضان شريف اچڻ وارو آهي جو هڪ الله تعاليٰ جو مهمان ۽ خالق اڪبر جو تمامي مسلمانن تي هڪ وڏو احسان ۽ انعام بي پايان آهي. ان لاءِ اهڙي عزيز القدر پياري، خالق ڪائنات جي مهمان جي پوري طرح مرحبائي، استقبال ۽ تعظيم عزت جو ڪما حقہ' جو لحاظ، ڪوشش ۽ سعيو ڪيو وڃي. سستي، غفلت ۽ تڪاسلي ذره ڀر به هرگز روا نہ رکي وڃي، ان ڪي راضي رکڻ جي ڪوشش گهڻي ڪئي وڃي. رمضان شريف جون فضيلتون، ڀلايون، بزرگي، ثواب رحمت لکي وڃي تہ هي ميدان ڪاغذ تنگ، ناڪافي آهي. توهان هوشيار ٿي، پوري عزت ۽ احترام ڪندا. روزي ۾ عوام فقط ائين

سمجهندو آهي ته ڪائي پيغ بند هجي؛ پر ان سان گڏ هي ڳالهيون به تمام ضروري آهن، تڏهن پورو ثواب ملندو.

عزيزو: زبان، اکين، ڪنن، هٿن، پيرن، دل، دماغ تمامي عضون تي بندش، پابندي، ڪوشش هجي. مثلاً ڪوڙ، گلا غيبت، خراب بد لفظ، بيجا گفتگو کان زبان کي روڪيو وڃي ۽ ڪنن کي انهن جي ٻڌڻ، ناچ گاني کان روڪيو وڃي. اهڙي طرح هر عضوي کي الله تعاليٰ جي منع ڪيل ڪمن، بيهوده اجاين، غير شرعي مجلسن، محفلن ڏي وڃڻ ويهڻ، ڏسڻ ٻڌڻ، انهن ڳالهين جا خيال وهم دل ۾ ڪرڻ يا اهڙيون صلاحتون رٿون دماغ ۾ سوچڻ، سڀ کان پرهيز هجي. اهو آهي ڪامل روزو، جيتري قدر به ٿي سگهي ته انسان ڪوشش ڪري. ان لاءِ ٿي ذڪر مراقبي، مرشد ڪامل، روحاني استاد جي صحبت، محبت جي ڪوشش ڪري جو دل ۾ روحانيت، روشنائي، قوت پيدا ٿئي، جو سواءِ روحانيت ۽ قلب جي روشنائي جي نه انهن ڳالهين جو پتو پوندو ۽ نه وري پورو عمل ٿي سگهندو. هي ڳالهه به آهي جو مٿان نفس حرڪت ڪري ته اهي ڳالهيون نتيون پڄن، ته پوءِ روزي نماز مان ڪهڙو فائدو؟ نه نه هرگز نه، ضروري ڪندو رهي. پاڻهو فرمان موجب اطاعت ضرور ڪري، زياده الله تعاليٰ جو ڪرم ٿيندو جو سڀني ڳالهين تي عمل ٿئي.

عزيزو: انسان دنيا جي ترقي، مدارج، عهدي، ڪاروبار، نوڪريءَ ۾ مدهوش ٿي الله تعاليٰ جي اطاعت، ياد، محبت، فرمانبرداري کان غافل، ڪاهل ۽ سست نه ٿئي. فقط سارو رخ، ڪوشش، زور، دنيا جي طرف پري. دين طرف ۽ آخرت جو ڪو خيال ئي نه رکي، عملي قدم ئي نه کڻي، تابعداري حڪم مڃڻ، عمل ڪرڻ کي صفا جواب، پرواهه ئي نه، ٿيو يا نه، پشيماني نه، ڪوشش نه. اها تمام خراب ۽ بدبختيءَ جي نشاني آهي، لائق عقوبت جي آهي الله تعاليٰ خاص عنايت فرمائي، ان بدبخت ٽولي مان نه ڪري، توهان اسان تمامي مسلمانن کي هدايت نصيب فرمائي- آمين!

عزيزو! سواء صحبت اهل الله، مرشد ڪامل جي، بچاءُ، عمل، اصلاح ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. دنيا جي هر طبقي جي آدمين، زميندار، عملدار، آفيسر، امير وزير، واپاري، ملان مولوي، سيد پير، حاجي حافظ، ڪڙمي دڪاندار وغيره کي چڱي طرح جاچي، سوچي ڏسو ته حالت ڇا آهي، حقيقت کُلي پوندي. ان لاءِ سواءِ رهبر ۽ تعليم تربيت، صحبت، روحاني استاد، صاحبِ طريقت جي ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي. هر طبقه وارا نقصان ۾، اونداهيءَ ۾، گمراهيءَ ۾، عمل ڪرڻ ۾ تمام پوئتي پيل آهن. توهان کي تاڪيد، صد تاڪيد، هزار تاڪيد آهي ته گهڻو اچڻ وڃڻ، صحبت ۾ رهڻ رکو. پنهنجي اصلاح، ترقيءَ جي ڪوشش ڪيو. فقط دنيا جا طالب ۽ پوڄاري نه بڻجو. دنيا بيوفا، مڪار، غدار، ٺڳباز آهي. ڪيترن لکن ڪروڙن جا هن خانا تباهه ڪيا، ڪنهن سان وفا نه ڪيائين، توهان به هوشيار ٿيو. دنيا بيشڪ ڪمايو، وڏا وڏا امتحان پاس ڪيو، مگر دين ۽ دين وارن سان به ڪجهه واسطو ۽ توصل رکو. هيءَ اهڙي تعليم آهي، جو نه فقط دين آخرت جي سعادت حاصل ٿيندي، بلڪ دنيا جي ترقي، عروج، اوج، برڪت، عزت ۽ مرتبو به ملندو. پوءِ اهان به سستي غفلت، هرگز نه اچ وڃ رکو، گهڻي ۾ گهڻو رهو، پاڻ به اچو ۽ ٻين پائرن دوستن کي به ترغيب ڏيو.

رمضان شريف اندر، ڏينهن رات فراغت ۾، ذڪر مراقبه جي ڪثرت، قرآن شريف جي تلاوت، صلواة تسبيح، تهجد، ٻه سؤ درود شريف ٻه سؤ ڪلمه شريف جو ذڪر، ٻه سؤ استغفار، سلسله شريف مقرر هجي. ۲۷ شب قدر سڄي رات جاڳي ذڪر عبادت ڪرڻ هزار مهينن جي برابر آهي، اها رات جاڳندا.

راقم فقيرالله بخش غفاري

بسم اللہ الرحمن الرحیم

# مکتوب [۷]

بخدمت جناب محترمی عزیزی اخوی محبی
مولوی میاں فتح محمد صاحب
سلمہ اللہ تعالیٰ
فی الدارین۔

السلام علیکم و رحمۃ اللہ و برکاتہٗ۔ بطرف بندہ کمترین بفضلہٖ تعالیٰ خیریت۔ اللہ تبارک و تعالیٰ آپکو دوجہانوں کی سعادت و اپنا رضامندہ، حقیقی قرب عطا فرماوے۔ آمین!

**عزیزِ من!** آپکے محبت، اخلاص، ہمت، جرئت، محنت، دماغ سوزی اور جذبہ خدمت خلق، اصلاحی پروگرام، مسلمانوں بھائیوں کی مشغولی و مصروفیت سے یہ عاجز بیکار نہایت متاثر و مسرور، شادان فرحان ہے۔ اللّٰھم زد فزد۔ یہ کیوں نہ ہو کہ جس کام کا معاوضہ انعام اکرام خداوندی یہ ہو۔ "خَیْرُ النَّاسِ مَنْ یَّنْفَعُ النَّاسَ"۔ حدیث شریف: "اَلْخَلْقُ کُلُّھُمْ عِیَالُ اللّٰہِ فَاَحَبُّھُمْ اِلَیْہِ اَحَبُّھُمْ وَ اَشْفَقُھُمْ لِعِیَالِہٖ"۔

یہ پہلا سبق تھا، کتابِ ہدیٰ کا،
مخلوق ساری ہے، کنبہ خدا کا۔
وہی دوست ہے، خالقِ دوسرا کا،
ہو جسکو خلائق سے رشتہ ولا کا۔
یہی ہے ہدایت، یہی دین ایمان،
کہ کام آئے دنیا میں انسان کے انسان۔

**عزیز من!** آپکو مبارک ہو جو جب آپ محض لوجہ اللہ مسلمان بھائیوں کی رہنمائی، دستگیری کیلئے جو محنت ریاضت

کر رہے ہیں، یہ تو وہ کام ہے جسکو نیابت نبوی علیہ افضل الصلواۃ و اکمل التحیات کہتے ہیں۔ اس سیاہی کا شان کل خون شہداء سے زیادہ ہوگا۔ جزاک اللہ تعالیٰ خیرالجزاء۔ عجیب سعید موقعہ ہے، کام کرنے کا وقت ہے۔ لیکن یہ بات ضروری ہے، صحت کا خیال رہے جو صحت میں خطرہ پیدا نہ ہووے۔

اب ایک پُر درد صدا عرض کرکے ختم کرتا ہوں۔

اے خاصئہ خاصان رُسل، وقت دعا ہے،
امت پہ تیری آکے، عجب وقت پڑا ہے۔
جو دین کہ نکلا تھا، بڑی شان سے وطن سے،
پردیس میں وہ آج، غریب الغرباء ہے۔

آپ جس محبت، اخلاص، عرقریزی سے کام کر رہے ہیں، بندہ کو اس کا بہت ہی احساس ہے۔ باوجود کم حیثیت، ابتر، کمتر حالت سے نہایت نیک بہتر دعائیں، صدائیں دردبھری، آپکے حق میں بے اختیار نکل رہی ہیں۔

دوست احبابوں کا وفد عرب ممالک میں تبلیغ کی تیاری کر رہے ہیں۔ ان کا خیال ہے کہ پاسپورٹ کا کام ہوجاوے تو ہم جلد روانہ ہوجاویں۔

السلام جملہ دوست احباب کی خدمت میں عرض۔

از فقیر پور رادھن۔
تاریخ ۷ ماہ ربیع الثانی
بروز دوشنبہ

دستخط فقیراللہ بخش غفاری

بسم الله الرحمن الرحيم

# مڪتوب [٨]

سلمهم المنان الى يوم الميزان.
ميان محمد عثمان صاحب، ميان غلام سرور
بخدمت جناب عزيزي محترمي
بعد السلام عليڪم ورحمة الله و برڪاته؛ عرض ته عاجز جي طرف بفضله تعاليٰ هر طرح خيريت آهي. الله تعاليٰ ته وهان کي دنيا آخرت ۾ خوش سرفراز، ترقي ظاهري باطني عطا فرمائي- آمين!

**عزيزو:** طالب کي هر حال ۾ ان ڳالهه جو زياده ترخيال رکڻ ضروري آهي ته منهنجي چال، روش، خيال گفتار، رفتار اهڙي هرگز نه هجي، جو محبوب جي رضا جي خلاف هجي، ڪين پسند نه اچي، متان مون تي ناراض ٿي پون. طالب حق کي جڳائي ته الله تعاليٰ ۽ انجي حبيب پاڪ حضرت رسول اڪرم ﷺ جي رضا ۽ قرب حاصل ڪرڻ، پيروي، اطاعت، فرمانبرداري ۾ جيئن به حڪم فرمان، غلام لاءِ هجي، ان ۾ ڪنهن جي به پرواهه نه ڪري، اگرچه سارو جهان مخالف يا توڪون چٿرون ڪِلون مسخريون ڪري، ڪجهه به پرواهه نه ڪري. حقيقي مالڪ، حقيقي محبوب جي اطاعت، پيروي ڪي ٿي عزت، شان شوڪت ۽ شرافت ڄاڻي. اهڙو ڪمزور ۽ ڪاهل به نه هجي جو اها بيعزتي محسوس ڪري، يا دنيا جي ماڻهن، مائٽن هڪ جيڏن يا آفيسرن جو شرم ۽ عار ڄاڻي، هرگز نه، ڪڏهن به نه. عزت ان آدمي کي ٿي آهي، شريف اهو ٿي آدمي آهي،

جيڪو حبيب ڪبريا حضرت رسول ڪريم ﷺ جي محبت، پيروي ڪامل ڪري ۽ انکي عزت ڇائي ۽ تمام فرحت، خوشي، سرور حاصل ڪري. انين نہ هجي جو مونجھہ ۽ ملال پيدا ٿئي تہ ماٺ، دوست، آفيسر ڇا چوندا، اها وڏي بي انصافي آهي. اهڙو بي همت، سست صبحاڻي يوم الجزا، بروز قيامت، ڏاڍو شرمندو ٿيندو. اهو شخص ڪهڙو نہ خوش نصيب، ڀاڳ وارو آهي، جيڪو الله تعاليٰ جي حڪمن، شريعت سنت جو پورو تابع آهي ۽ حضرت مدني تاجدار، سرور ڪائنات، عليہ افضل الصلوٰة جي پيروي کي عين عزت ڇائي ٿو، جنهن جي حياتي موت، چال روش، معاملات ڪاروبار، عبادت اطاعت، نشست برخواست، سڀ الله تعاليٰ جي رضا خاطر ۽ حڪم موجب آهي. اها حالت سواءِ بيعت پير ڪامل، محبت، سچي عقيدت، صحبت مرشد ڪامل جي هرگز حاصل نہ ٿيندي، اگرچ زبردست عالم ۽ عابد چونہ هجي.

از درگاه رحمت پور شريف
لاڙڪاڻو

الراقم فقير الله بخش غفاري

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

# مکتوب [۹]

نوجوانو! دین و ملت کا کرو ہر دم خیال،
تم میں پیدا ہوں غزالی اور رازی کی مثال۔
یاد کرلو ملتِ بیضا کا وہ اوج و کمال،
وہ محمد ابن قاسم کا شجاعانہ جلال۔

سلمہ اللہ تعالیٰ۔
مولوی فتح محمد صاحب
بخدمت جناب اخوی و ارشدی محبی

السلام علیکم و رحمۃ اللہ و برکاتہ'۔ یہ فقیر بفضلہ تعالیٰ بخیریت ہے اور حضرت رسول پاک ﷺ کے طریقہ پر آپ کی سلامتی' عافیت اور استقامت، اللہ سبحانہ' کی درگاہ سے طلبگار ہوں۔

**بھائی جان!** عزیز من!! فقیر کی یہی آرزو ہے کہ اپنی عارضی زندگی کے باقی سانس خداوند کریم کے ذکر اور اس کی رضا طلبی میں گذار دیں اور اپنے قیمتی وقت کو، جس کا کوئی بدل نہیں، ضایع نہ فرماویں۔ اپنے جمیع اوقات کو شرع شریف کی پابندی کرتے ہوئے ذکر الاہی میں مشغول رکھیں اور تاکید ہے کہ ہر وقت خداوند کریم کی طرف نہایت عاجزی اورا نکساری سے متوجہ رہیں، تاکہ اس بارگاہ عالی میں قابلِ قبول ہونے کا شرف حاصل ہو۔

چند ابیات برائے رشک و ترغیب۔

دورِ حاضر کے اے مسلم تونے لیکن کیا کیا،
بڑھ گئے اغیار تجھ سے اور تو دیکھا کیا۔

لٹ گیا تیرا متاع، اتفاق و اتحاد،
اور تو غفلت کی میٹھی نیند میں سویا کیا۔
فیض پایا غیر نے، تیرے اصول و علم سے،
سیکھ کر علم و ہنر، باب ترقی وا کیا۔
بڑھ گئے تیرے عقائد کے فروعی اختلاف،
خانہ جنگی نے تیرے اسلام کو رسوا کیا۔
وہ تیرے اسلاف تھے، اعمال صالح جن کے تھے،
کون کہتا ہے تو نے جو کہا، اچھا کیا؟

جناب محبی شاہ صاحب مولوی نصیرالدین صاحب اور انکے رفقاء کو عرض بلکہ تاکید ہے کہ دن کو بڑے شہروں میں تبلیغ کا بہترین موقع ہے جو باہر کے آدمی ضروریات دنیا کے سبب آتے ہیں اس لئے ضرور دن کو بڑے شہروں میں چوکوں، ہوٹلوں، آفیسوں، ہسپتالوں، بازاری چوکوں، درمیان، شہر باجرئت تبلیغ کا کام کریں۔

جملہ جماعت کو السلام عرض۔ اس متبرک ماہ کا پورا قدر کریں۔

از فقیرپور
تاریخ ۱۲ ماہ رمضان المبارک

ذرّہ شی فقیراللہ بخش غفاری

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# مڪتوب [١٠]

سلمه الله تعالىٰ

ميان محمد عثمان صاحب

بخدمت جناب مڪرمي محترمي

السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته: بطرف عاجز بفضل الله تبارڪ و تعالىٰ خيريت آهي. توهان صاحبن ڪي الله تبارڪ و تعالىٰ پنهنجي محبت معرفت، دين، دنيا آخرت جي ترقي ڪاميابي نصيب فرمائي. آمين!

عزيزا! حضرت مرشد ڪريم هادي برحق جي صحبت بابرڪت، خدمت، مجلس، زيارت، فيض بشارت وغيره وغيره بي بها دولت آهي، جنهن جي مٿان هي جهان ۽ هن جهان جون نعمتون، عزتون بلڪ هن جهان (آخرت) جون نعمتون قربان ڪيون وڃن. موجوده پُر فتن الحاد بيديني گمراهيءَ جي دور ۾ اهو انسان وڏو خوش نصيب، ازلي سعيد آهي، جنهن کي الله تبارڪ و تعالىٰ پنهنجي محبوب غوث الاعظم محبوب غفاري رحمتپوري شهنشاه جي طرف ذره پرور شناس محبت ۽ طوق غلامي نصيب ڪيو آهي، ان ذرّ جو سونهون ڪيو ۽ شناس عطا ڪئي آهي.

دلهنجا پيارا! توهان اسان لاءِ هر روز، هر ساعت، هر لحظ، هر منٽ، هر سيڪنڊ ئين سرئين عيد، خوشين ۾ خوشيون هٿ گهرجن. اسان توهان ان نعمت جا ڪٿي لائق هئاسون، ڪيڏي نه ان مالڪ مهربان، عنايت ڪرمنوازي فرمائي آهي. غفلت سستي نه ڪيو، هوشيار بيدار ٿي ڪجهه ڪري وٺو.

هن وقت صحت جواني طاقت بحال آهي، اگر جواني ويندي رهي ته واپس دوباره جواني نه ملندي. مطلب ته حياتي، صحت، عافيت ۽ جواني، طاقت، فراغت الله تعاليٰ جون بي بها لا قيمت نعمتون ٻانهي تي آهن. هائي بنده تي واجب آهي، لازم آهي ته انهن نعمتن جو شڪر، حمد ادا ڪري، ڪجهه حاصل ڪري وٺي، جو پوءِ نه وقت ملندو، نه عذر ٻڌو ويندو. خاص ڪري مرشد ڪامل جو وقت، ان جو جيترو به ٿي سگهي ته پورو قدر ڪيو، شناس رکي وڃي ۽ سندن فرمان، تعليم، ارشاد موجب صحيح نموني ۾ زندگي گذاري وڃي. مطلب ته همت، عزم بلند، مضبوط رکو، روز بروز ترقي ڪامل استقلال رکو، ڪمزوري سستي هرگز طبع ۾ آندي نه وڃي، بس ان کان زياده ٻي ڪابه نعمت ڪانهي. ان ۾ سڀ فوائد ڪاميابي ترقي دين دنيا، آخرت جي حاصل ٿي وڃي ٿي. توهان اسان تي الله تعاليٰ هڪ عظيم تر وڏو احسان فرمايو آهي. هائي اسان توهان غفلت سستي هرگز نه ڪيون، ڪجهه ڪري وٺون، وگرنه حياتي برباد آهي.

مجھے کوئی ملے نہ ملے، محمد مصطفیٰ ﷺ ملے،
ملے وہ شئے جس کے ملنے سے، مجھے رب العلیٰ ملے۔
اللہ والوں کی صحبت سے، مجھے سب کچھ ہے حاصل،
اگر منظور ہے تجھکو، تجھے پیر ہدیٰ ملے۔

از: درگاه رحمتپور شريف — لاشيءِ فقير الله بخش غفاري

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

# مکتوب [۱۱]

سلمہٗ اللہ تعالیٰ۔

مولوی میاں فتح محمد صاحب

بخدمت جناب مشفقی عزیزی محبی

السلام علیکم و رحمۃ اللہ و برکاتہٗ: بعد از مدت دراز و کثیر انتظار، گرامی نامہ موصول ہوا اور احوال سے آگاہی ہوئی۔ یہ فقیر، حقیر، پُر تقصیر دعاگو ہے کہ حضرت حق سبحانہٗ و تعالیٰ آپکو خیریت و عافیت، ظاہری و باطنی، صحت کاملہ، شفاعاجلہ، عطا فرماوے۔ آمین!

عزیزم! یہ بندہ کمترین محض لوجہ اللہ آنجناب کو بہت چاہتا ہے اور محبت رکھتا ہے، خط خواہ احوال وغیرہ میں تاخیر ہوتی ہے تو فکر اور انتظار رہتا ہے، آئیندہ احوال سے جلد مطلع فرماتے رہیں۔

بہت کچھ گذارش ما فی الضمیر کا اظہار کرنا تھا، کچھ جنون اور درد کی باتیں کرنی تھیں۔ وقت تنگ ہے، موقع قریب ہے، آپکی صحت درست نہیں ہے۔ البتہ چونکہ آپکی طبیعت علیل ہے اس کے لئے ایک مجرب، مفید، اکسیر اعظم، نسخہ تحریر کرکے ارسال کیا جاتا ہے۔

## نسخۂ روحانی عجیب

میں ذاکر ہوں، خدا کے نام پر، گردن کٹادوں گا،
جہاں سے ظلمت باطل کو یکسر میں مٹادوں گا۔
میں دنیا کو پیامِ دین ربانی سنادوں گا،
نشانِ کفرو بدعت کو، زمانے سے مٹادوں گا۔

میں خادم ہوں ابوبکر رضہ و عمر رضہ، عثمان رضہ و حیدر رضہ کا،
میں انکے نام کا ڈنکا، جہاں بھر میں بجا دوں گا۔
کار تبلیغ اسلام پر قابو ہوکر کمر بستہ
خدا کی راہ میں جو کچھ ہے، اپنا سب لٹادوں گا۔
خدا کا نام لیکر جس گھڑی جہاں میں نکلوں گا،
اپنے خفتہ بھائیوں کو چل کر میں جگادوں گا۔
جناب مصطفیٰ صلی اللہ علیہ وسلم کے دیں کی عزت پر فدا ہوکر،
حیات جاوداں کا راستہ سب کو دکھادوں گا۔

والسلام

از: فقیر پور
ہاشمی فقیر اللہ بخش غفاری

تاریخ ۹ روز دوشنبہ
ماہ جمادی الاول سنہ ۱۳۸۸ھ

بسم الله الرحمن الرحيم

# مڪتوب [١٢]

سلمه الله تعاليٰ في الدارين

بخدمت جناب مشفقي مڪرمي ميان محمد عثمان صاحب

بعد از السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته؛ واضح باد ڪه خط توهان پيارن جو پهتو، احوال خيريت، توهان جي محبت جو پڙهي خوشي حاصل ٿي. الله مبارڪ و تعاليٰ توهان کي دنيا آخرت ۾ سرفراز ڪامياب رکي، پنهنجو عشق محبت، عنايت فرمائي، پنهنجي اطاعت ۽ رضامنده وارن ڪمن جي توفيق عطا فرمائي- آمين!

**توهان** صاحبن جي خدمت ۾ عرض آهي ته جيئن ظاهري حاڪم جي تنخواه کائو ٿا ۽ نوڪري ملازمت جي ڪمن ۾، جيڪي توهان جي ذمي آهن، انجي پوري ڪوشش ڪيون ٿا ۽ مقرر اوقات تي حاضر باش، ڪم ۾ پورا رهو ٿا. رڳو توهان نه پر هرهڪ کي ان ڳالهه جو علم ۽ سمجهه آهي ته جي آءٌ پنهنجي آفيس ۽ آفيسر اڳيان حاضر نه رهندس ۽ نوڪري جي ڪمن جي پورائي، ڪم ڪار نه ڪندس ته نه پگهار ملندي ۽ نه وري نوڪري رهي سگهندي. ان لاءِ ئي پنهنجو ڳوٺ، وطن، مٽ مائٽ، دوست قريب، گهر واري ۽ اولاد ڇڏي ضرور بضرور پابند رهڻو پوي ٿو وڪر نه دل چاهي ٿي ته جيڪر ڳوٺ، گهر، مائٽن، اولاد سان گڏ رهان. ليڪن ظاهري عزت، مرتبي، نوڪري تنخواه لاءِ ساريون تڪليفون پابندي سهڻي پوي ٿي.

**عزيز من!** انسان کي الله تعاليٰ عقل سمجهه ڏني آهي ته خود قاضي منصف ٿي فيصلو ڪري ته ڇڻ پٽسن، فاني عزت

مرتبي، لاءِ هڪ ظاهري آفيسر، جيڪو اسان جهڙو انسان آهي، پوري تابعداري، قانون جي پابندي، هر طرح ڪوشش ڪري ٿو. مگر الله تبارڪ و تعاليٰ جو بادشاهن جو بادشاه، اسان جو خالق مالڪ رازق، صحت بيماري شفا، موت حياتي، عزت شان ذلت، سڀ انجي قدرت جي قبضي ۾، انهيءَ شهنشاه عاليجاه جي ڪيڏي نه تمام وڏي تنخواه، هرهڪ انسان، لکين ڪروڙين، نعمتون، جيڪي شمار کان ٻاهر آهن، کائي، استعمال ڪري رهيو آهي ۽ اهي رڳو دنيا اندر نه، بلڪ سڪرات، موت، قبر، حشر، قيامت ۾ آخرت ۾ دائمي ابدي نعمتون پڳهارون آهن.

عزيزا! ان خالق اڪبر جو به ڪو حق، ان جي مقرر قانون جي به پابندي، ان جي ملازمت نوڪري، غلامي به ڪرڻي آهي يا نه؟ الله تعاليٰ جي عزت، قرب، مرتبي، رضامنده، ديدار، جن مهربانين، نعمتن، انعامن، احسانن جو قرآن مجيد ۽ حديث شريف ۾ بار بار بيان آهي، انهن جي ضرورت آهي يا نه؟ ڇا! اها عزت، مرتبو، قرب، انعام سواءِ اطاعت، حڪم مڃڻ، بجا آڻڻ جي ائين حاصل ٿيندا؟ هزارين اسان جا گناهه بيفرمانيون، ڪيڏي نه اسان ۾ سستي، غفلت، بيپرواهي آهي. قانون الاهيءَ جي پابندي نه، خدائي فرائض، حڪمن جي اطاعت اصل نه. پوءِ ڪيئن خداوندي تنخواه، عزت، مرتبي، قرب جا حقدار ٿينداسين؟ ان لاءِ توهان اسان کي ضرور سوچ ويچار، خيال ڪرڻ گهرجي. بيقراري، تڙ ڦڙ، بيداري ڪرڻ گهرجي. چار ڏينهن حياتي مليل آهي، جنهن ۾ دنيائي ڪاروبار به بيشڪ ڪيو وڃي، مگر ان سان گڏ مٿين ڳالهين جو به خيال رکڻو ۽ عمل ڪرڻو آهي. انهن ڳالهين لاءِ مرڻ کان بعد ڪا مهلت، فراغت يا ڪو وقت، موقعو نه ملندو، اڄ ئي سمجهه، هوشياري ڪرڻ گهرجي. باقي عاجز هن ڳالهه جو مخالف يا منع ڪندڙ نه آهي ته نوڪري خواه تجارت، ڪم ڪار هنر نه ڪيو وڃي هرگز نه. اها اسلام جي، خدا وارن جي تعليم نه آهي. ڪم ڪار نوڪري خواه توهان ڪليڪٽر،

وزير، گورنر تي وڃو، بيشڪ ٿيو، بيشڪ ترقي ڪيو، الله تعاليٰ ۽ حضور اڪرم ﷺ جن جي محبت حاصل ڪيو ۽ سندن حڪمن جي پوري پوري اطاعت ڪيو، ان ڪان ڪا نوڪري منع نٿي ڪري.

هن عاجز کي محبت نه آهي، نه محبت جي دعويٰ آهي. ليڪن عاجز هن اعتقاد ۽ خيال جو آهي ته حضرت مرشد ڪريم، هادي برحق جي زبان مبارڪ مان جو لفظ بيا جنهن ڪم لاءِ ڪو ارشاد مبارڪ ٿئي، ان ڪم کي نماز روزه وانگر فرض ڄاڻي، عشق، محبت، صداقت سان ڪوشان رهي، سرانجام ڪري، پنهنجو مريداڻو غلاميءَ جو حق ادا ڪري، پنهنجي ڪم ڪان اگرچ ڪهڙا به ضروري مشڪل ڪم هجن ته به، ان ڪان هزار دفع زياده، بهتر ۽ ضروري سمجهي، اڳ هو ڪم ڪري پوءِ پنهنجي ڪم طرف توجه ڪري، جي ائين نه آهي ته هو مريد به نه آهي.

از رحمتپور شريف

پنهنجو فقير الله بخش غفاري

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

# مکتوب [۱۴]

فی اللہ ارین۔
سلمہ اللہ تعالیٰ
مولوی فتح محمد صاحب
بخدمت جناب محترمی اخوی محبی صوفی

السلام علیکم و رحمۃ اللہ و برکاتہٗ: الحمدللہ یہ فقیر حقیر ذرہ بیمقدار، خیر و عافیت سے ہے۔ بارگاہ ایزدی سے آپ کی صحت و سلامتی اور شریعت مُطَہّرَہ و طریقہ مرضیہ پر استقامت کا طلبگار ہوں۔

**عزیز من!** حق تعالیٰ کی بارگاہ میں عبادت اور بندگی، وہ مقبول و منظور ہے، جس میں خشوع و خضوع، شکستگی، انکساری ہو اور اس کی حقیقت یہ ہے کہ اللہ تعالیٰ کی عظمت کا مشاہدہ و نظارہ بندہ کے دل پر ظاہر ہو اور اس سعادت کے حاصل ہونیکا دارومدار محبت پر موقوف ہے۔ اور محبت کی یہ معنی ہے کہ اپنے شیخ مربی کیساتھ ربط، تعلق قلبی اور حضرت سرور کائنات ﷺ کی پوری پوری متابعت کیجاوے۔

**بھائی جان!** آپ کا مکتوب، مرغوب، پُر درد و سوز، مفصل شوق سے پڑھا گیا۔ آپکی محبت، اخلاص، تڑپ دین کا بہت اثر ہوا۔ نہایت سرور، ذوق، حظ وافر پیدا ہوا۔ حضرت حق سبحانہٗ و تعالیٰ اس میں دو چند بہتر بالا، اضافہ فرماوے۔ اللّٰھم زد فزد۔

کسی نے کیا عجیب کہا ہے۔ کہتا ہے:

کوئی نالہٗ بلبل ہے بے اثر،
پردے میں گل کے لاکھ جگر چاک ہوگئے۔

بزرگی و شرافت کا تعلق دل سے نہیں' ایمان سے ہے اور ایمان کا مرکز دل ہے۔ دلوں کو حریم کبریا سے آشنا کرو تو یہ مقام ملے گا۔ اقبال نے کہا ہے:

دلوں کو مرکزِ مہر و وفا کر'
حریمِ کبریا سے آشنا کر۔
جسے نانِ جویں بخشی ہے تونے،
اسے بازوئے حیدر بھی عطا کر۔

دوست احبابوں کو بھی ہوشیار اور مستعد رکھو۔ رمضان شریف قریب ہے۔ اللہ تعالیٰ کے مہمان کا عزت احترام اور اپنے بھائیوں کی مدد ہمدردی' خدمت' خیرخواہی' بھی تصوف و سلوک ہے۔

دنیا میں آج حیف، کہ بازارِ اتقیا'
گرمیٔ سکرات کے باعث، پڑا ہے سرد۔
خوفِ خدا ہے دل میں، نہ آنکھوں میں شرمِ دہر،
اہل وطن کے حال پرٗ روتے ہیں اہل درد۔

**خاص گذارش!**

اے مشتِ خاک! وقفِ سوز و گداز ہوجا،
بن کر خدا کا بندہ، عجز و نیاز ہوجا۔
مرغانِ خوشنواہی مصروفِ نغمہ سنجی،
وقتِ سحر ہے، تو بھی محوِ نماز ہوجا۔
مطلوب ہے تجھے گر، محمودِ قوم ہونا،
میدانِ خادمی میں پہلے ایاز ہوجا۔

جملہ دوست احباب کو السلام عرض۔

از: فقیر پور
تاریخ ۲۶ ماہ رجب روز جمع

لاشیٔ فقیراللہ بخش غفاری

بسم الله الرحمن الرحيم

# مڪتوب [١٤]

بخدمت جناب محترمي عـزيـزي اخوي
مولوي ميان فتح محمد صاحب
سلمه الله تعاليٰ.

السلام عليڪم رحمة الله و برڪاته؛. بعد خيريت طرفين واضح باد ڪہ مڪتوب گرامي توهان بيارن جو بهتو احوال معلوم ٿيو، نهايت مسرت خوشي حاصل ٿي.

عزيزا! تو جيڪا از روء محبت و اخلاص حضرت قبله عالم محبوب الرحمان حقيقي نائب حضرت نبي خيرالبشر عليه افضل الصلواة و اڪمل التحيات جن جي ذات بابرڪات جي ”سوانح حيات“ لکي آهي ۽ ان لاءِ جا محنت، مجاهده، شب و روز اوجاڳا، سڄي راتيون شب بيداري، انتظار ڪشالا ڪڍيا آهن، جنهن دلسوزي جان گدازي ۽ صدق يقين سان نهايت پُر درد و نصيحت آميز، بلڪل دلپذير مؤثر مضمونن سان ڪتاب کي سينگاريو، ترتيب ڏيئي تيار ڪيو آهي، انجو اجـر عظيم، معاوضہ ڪبير، وہ پاڪ منزہ ذات قدوس ڪريم حـق سبحانہٗ و تعاليٰ دنيا و آخرت ۾ بهتر ۾ بهتر، اعليٰ و افضل، ازفع عطا فرمائيندو، مالا مال سرفراز فرمائيندو. توهان ۽ توهانجي اهل و عيال ۾ هدايت علميت عملي برڪتون، رحمتون باران، علم ارزان فرمائي- آمين ثم آمين. اين دعا از عاجز بيڪاره آواره، ادنـيٰ غلام آستانہ عليا غفاريہ بدرگاه مجيب الدعوات مولا پاڪ عزوجل مقبول باد. هن عاجز ڪمترين جو وَارُ، وَارُ توهان کـي دلي

دعائون ڪري رهيو آهي، جا خدمت لاثاني توهان ادا ڪئي آهي- جزاک الله خيرالجزاء.

حضرت قبله عالم مرشد نا و مربينا و وسيلتنا في الدارين قلبي و روحي، امي و ابي فداه رحمة الله تعاليٰ عليه جن جي روح مبارڪ کي جا ان ڪار عظيم کان بيحد خوشي، مسرت پهتي هوندي، انجو ڇا بيان، شرح ڪيو وڃي. الحمدلله توهان پنهنجي علميت، وسعت آهر نهايت عمده نن، ڪارنامو سرانجام ڪيو آهي، جو ٻيا دوست اها سعادت حاصل ڪري نه سگهيا، باوجود بار بار معروضات جمله دوستن کي عرض رکي ويئي مگر اها ازلي سعادت، توهان جي حصي ۾ آئي. خدايا آنچه احسانت قربانت شوم.

حضرت قبله عالم قلبي و روحي فداه جي "حيات طيبه" جو جيڪو ڪم ٿي آيو آهي، هن عاجز ادني غلام آستانه عليا غفاريه کي ان ڳالهه جي ازحد خوشي، از حد خوشي، از حد خوشي آهي. باقي، دوستن جون ڳالهيون هلنديون رهن ٿيون، ان جو ڪوبه فڪر، ملال دل تي نه رکو، اها ڳالهه ڪيئن نه آهي، ٿينديون رهنديون آهن. ڪنهن صاحب بصيرت، ڇا نه عجب چيو آهي! بيت:

نه غرض کسی سے واسطہ، مجھے کام اپنے کام سے،
تیرے ذکر سے تیری فکر سے، تیری یاد سے تیرے نام سے-

توهان جڏهن هي ڪم خاص رضا الاهي ۽ محبوب مرشدن ڪريمن جي رضا جوئي، خوشنوديءَ لاءِ ڪيو آهي. بيت:

ہر کہ کارے از برائے حق کند،
کار او پیوستہ بـا رونـق بود-

(جيڪو به ڪم حق جي خاطر ڪيو وڃي تو تہ اهو سهڻي نموني پايه تڪميل تي پهچي ٿو.)

باغباں گر پنج روزے صحبت گل بایدش،
بر جفائے خـار هجراں صبر بلبل بایدش-

بلڪ همت عزم بلند هجي، يار جي رضا مطلوب هجي،
ڪنهن اردوءَ واري هڪ سبق آموز ڳالهه چئي آهي. بيت:

ضربیں کسی کے نام کی، دل پر یونہی لگائے جا،
گو نہ ملے جواب کچھ، در یونہی کھٹکھٹائے جا.
حسن تماشہ دوست کو عشق کرشمہ ساز تو،
کھیل یونہی نئے نئے، شام و سحر دکھائے جا.

از: فقيرپور
تاريخ ۲۲ روز جمع محرم الحرام

لاشيءَ فقيراللهٰ بخشُ غفاري

بسم اللہ الرحمن الرحیم

# مکتوب [۱۵]

بخدمت جناب اخوی محبی مخلصی
مولوی میاں فتح محمد صاحب
سلمہ اللہ تعالیٰ فی الدارین والدنیا
وَ جَعَلَہُ اللہ تعالیٰ عاشِقاً
وَ مُحِبًّا لِذاتِہٖ

بعد از سلام کہ سنت خیرالانام است مشہود بضمیر منیر، مے گرداند۔ الحمدللّٰہ و المنۃ، کہ احوال ایں فقیر مقرون بحمد و شکر است۔ والمسؤل من اللہ تعالیٰ، سلامتکم و عافیتکم و ثباتکم علی الشریعۃ و الطریقۃ و الحقیقۃ۔

**گرامی نامہ** موصول ہوا، احوال سے بہت خوشی فرحت حاصل ہوئی، جماعت اہل ذکر کو سنایا گیا، نہایت محظوظ و مسرور ہوئے۔ عزیزا! کار ہمیں است دگر ہمہ ہیچ۔
بس! ہمت کرنی چاہیئے اور جرئت و استقامت سے کام کرنا چاہئے۔

**عنایات** لا نہایات کا مشاہدہ کر رہے ہو، بس ہر وقت کمر بستہ اس خدمت میں لگے رہو۔ آشنایان نا آشنایان، ہر ایک کو تبلیغ کرو، آپکو حقیر، پُر تقصیر اور خلق خدا کا خادم تصور کرو۔ زمان قربِ قیامت و اوان فتن کا ہے، اس کام کو عین مرضی باری تعالیٰ سمجھو۔ ہر کہ خدمت کرد او مخدوم شد۔

**اس** کام کے ساتھ ذکر و مراقبہ میں کمی و سستی ہرگز نہ کرنی چاہئے، بلکہ انفاس مستعارہ خویش کو مبذول

بذکر حق جل شانہٗ رکھو، کیونکہ فلاح دو جہانی و اصلاح جاودانی اسی کام میں منحصر ہے۔

عورتوں کی تبلیغ کے متعلق جو مشورہ آپ نے سوچا ہے بہتر ہے۔ موقعہٗ عرس شریف پر حضرات خلفاء کرام اور باقی مخلصین کے ساتھ مشورہ کرکے عملی قدم اٹھایا جاوے۔

جملہ جماعت کے لئے تاکیداً عرض ہے کہ ذکر کی کثرت، مداومت مراقبہ، دوام توجہ بمبہٗ فیاض، اطاعت شریعت و اتباع سنت اور تقویٰ پرہیزگاری کو اپنا شیوہ بنانا چاہئے۔ محبت و اخلاص قلبی با مقتدا، یہ تو اصل چیز، بنیادی فرضی کام ہے۔

جناب عزیزی مولوی غلام قادر صاحب اور جملہ جماعت کی خدمت میں السلام عرض۔

از: فقیرپور۔ رادھن

ہاشمی فقیراللہ بخش غفاری

بسم الله الرحمن الرحيم

# مڪتوب [١٦]

سلمہ الله تعاليٰ
مياں محمد عثمان صاحب
بخدمت جناب عزيزي، مخلصي، مشفقي

بعد السلام عليڪم و رحمة الله وبرڪاتہٗ: خط توهان پيارن جو پهتو، خيريت، محبت، اخلاص جو احوال معلوم ڪري، گهڻي خوشي حاصل ٿي.

عزيز من! الله تبارڪ و تعاليٰ جي ياد، محبت، اطاعت هڪ وڏي اعليٰ ۾ اعليٰ، بالاتر سعادت آهي، هر دوجهان جون نعمتون ان مٿان قربان ڪيون وڃن. اگر الله تعاليٰ جي ياد، محبت، اطاعت نہ آهي تہ حياتي برباد آهي. اهو آدمي مفلس، سڃو، خوار ذليل آهي، اگرچہ دولتمند، وقت جو حاڪم هجي. اها نعمت معمولي هلڪي نہ آهي جو انکي هڪ رواجي عامي ڪم سمجهي، توجہ، دل جو شوق ذوق نہ رکيو وڃي. ڏسو! ان حقيقت کي هڪ بزرگ اهل الله ڪهڙي نہ عمده، آسان فهم ۾ بيان فرمايو آهي. توهان جي آتش عشق، دل جي سوز ذوق لاءِ بطور نصيحت تحرير قلم آهي. بيت:

اے دوست بمن گريز، خود را بلد کن،
گـر شاه جهان نگردی، ازمـــا گلہ کن-

اي دوست! منهنجي طرف (محبت وصال ملاقات لاءِ) ڊوڙ، پاڻ کي تون چڱي ڏي يعني ڪوشش سعيہ ۽ منهنجي سپرد، حوالي ٿي وڃ. توکي اهوئي فڪر، غم، الم، درد سوز

نه ٿين تہ هجي. تون ائين ٿي، پوءِ جي تون دنيا جو بادشاه
اسان جي گلا ڪر.

رو گرد جهان بگرد و پا آبلہ کن،
گر همچو من يابي، مارا بلہ کن.

ايترو وچ، ساري جهان ۾ گهم، سفر ڪر، اهڙو گهم،
پيادو هل، جو تنهنجي پيرن ۾ ڦلوڪا پئجي وڃن، جي تو مون
(الله تعاليٰ) جهڙو برابر لڌو تہ، تون اسان (خدا تعاليٰ) کي
ڇڏي ڏي.

عزيزا: ڪهڙو نہ عجيب، تمام لذيذ، پُر از جوش، وجد
نڪتہ، بزرگ بيان ڪيو آهي. هجي ڪو بيدار مغز! جو سمجهي،
قدردان ٿئي، عمل ڪري ڏيکاري!!

يک صبح باخلاص بما بر در ما،
چون کار تو بر نيايد، از ما گلہ کن.

اي دوست! اخلاص صدق سان هڪ صبح منهنجي
دروازه تي اچ. پوءِ جي تنهنجو ڪم پورو نہ ٿئي، پلي اسان
جي شڪايت ڪر. هي درد، قصہ طويل دراز آهي، صبر
بهتر آهي.

از: درگاه رحمتپور شريف          لاشيءِ فقيرالله بخش غفاري

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

# مکتوب [۱۷]

سلمہ اللہ تعالیٰ۔

مولوی فتح محمد صاحب

بخدمت جناب اخوی اعزی ارشدی

السلام علیکم و رحمۃ اللہ و برکاتہ: واضح باد کہ گرامی نامہ موصول ہوا، احوال سے آگاہی ہوئی، دوستوں نے بغور آپکا مکتوب سنا۔

عزیز من! حدیث شریف میں وارد ہے "وَعُدَّ نَفْسَكَ فِيْ أَهْلِ الْقُبُوْرِ" ارشاد ہے کہ دنیا کی راہ چلنے والے، تو دنیا کی زندگی سے بالکل دل اٹھالے اور اغراض دنیوی سے ایسا بے غرض اور بے لوث ہوجا کہ گویا تو زندوں میں نہیں، مُردوں میں ہے۔ دنیا میں نہیں آخرت میں ہے، زندوں میں رہ کر زندگی سے دور رہ۔ اس زندگی کو زندگی نہ جان، اس کو در اصل مُردگی سمجھ۔ یہاں کی مُردگی وہاں کی زندگی ہے اور یہاں کی زندگی، وہاں کی مُردگی ہے۔

عزیز من! آپکے ذمہ دو ملازمتیں ہیں۔ ایک اسکول کی تعلیم، دوسری اسکول والوں اور جو بندگانِ خدا ہیں، انہوں کی زندگی حقیقی اور اصلاح کی سوچ، جدوجہد۔ اب دیکھنا ہے کہ کونسی ملازمت اہم، اعلیٰ، ارفع ہے اور کس کو ترجیح دینا چاہئے اور اسکے لئے کیا عملی قدم اٹھانا ہے۔ اب آپکو فقط سوچ تجویز کے پابند رہنا نہیں، تجویز کے ساتھ عملی، جذباتی قدم بھی اٹھانا ہے۔

مولوی عبدالغفور صاحب، مولوی امام علی صاحب اور میاں قمرالدین صاحب جام شورہ، سندھ یونیورسٹی، حیدرآباد اور گرد و نواح میں بڑے زور شور سے کام کر رہے ہیں، اور مولوی محمد صدیق صاحب، مولوی مشتاق احمد صاحب اور مولوی حاجی محمد سلام صاحب بنوں، سرحدی علاقے میں بالکل ہمت جرئت سے تبلیغی کام جاری رکھے ہوئے ہیں، کافی کام ہوا ہے، آزاد کشمیر، سرحدی علاقہ، افغانستان کیلئے دعوتیں مل رہی ہیں۔ معلوم نہیں آپ حضرات کے کیا کیا مشورے ہیں؟ دبئی سے مولوی ربنواز صاحب سے بار بار خطوط آرہے ہیں ابھی ابھی انکا ایک اور خط آیا ہے کہ اس علاقے میں کافی کام ہورہا ہے اور وہاں مبلغوں کی سخت ضرورت ہے۔ آپ حضرات نے کیا کیا مشورے کئے ہیں اور آپکی کس طرف روانگی ہو رہی ہے؟

**عزیزو!** دنیا کے ایک ایک لمحہ، قیمتی جانو۔ ایک ایک منٹ، کی قدر و قیمت پہچانو۔ اگر تو دنیا سے آخرت بناتا ہے، دنیا دیکر آخرت خریدتا ہے، تو یہ دنیا کی گھڑیاں نہیں موتیوں کی لڑیاں ہیں۔ اس کا ایک ایک پل، انمول موتی ہے، اسکی قیمت یہاں نہیں وہاں لگتی ہے۔ اگر اس دنیا کے لمحات کی قدر کی تو یہاں کا ایک ایک لمحہ، دوسرے عالم میں لاکھوں، بے شمار برسوں کی راحت میں تبدیل ہوگا۔

از: فقیرپور
تاریخ ۹ ماہ ربیع الثانی

لاشیء فقیراللہ بخش غفاری

بسم الله الرحمن الرحيم

# مکتوب [۱۸]

دلا غافل نه ہو اکدم یہ دنیا چھوڑ جانا ہے،
گلستاں چھوڑ کر خالی، زمیں اندر سمانا ہے۔

سلمه الرب الوهاب،
ميان الله رکيو خان صاحب
بخدمت جناب محترمي، مکارم اخلاق، حميده خصائل

السلام عليکم و رحمة الله و برکاته؛ خيريت طرفين واضح باد که، عاجز خود هڪ حقير، پُر تقصير گنهگار آهي. ان ڳالهه جي لائق نه آهي جو ٻين کي نصيحت وعظ ڪيان. اول نصيحت ؛ اصلاح پنهنجي نفس سرڪش جي ڪري، ليڪن هڪ مخلص ،مشفق جي فرمان جي پورائي واجب آهي. ان لاءِ جيڪي الله وارن جي صحبت ۾ ٻڌو اٿم، چند ڪلمات نصيحت از روءِ خيرخواهي و اخوت طور عرض ڪيا وڃن ٿا. الله تعاليٰ انهن ۾ اخلاص قلبي ۽ اثر، عاجز بيڪار ۽ توهان لاءِ مفيد فرمائي- آمين!

عزيزا! حضرت امام غزالي رح فرمايو آهي ته حضرت شيخ شبلي رح کان روايت آهي ته مون چئن سون استادن وٽ علم پڙهيو ۽ چار هزار حديثون ياد ڪيم پوءِ انهن سڀني حديثن مان هڪ حديث چونڊي ڪڍيم، جو منهنجو ڇوٽڪارو انهيءَ هڪ حديث ۾ آهي. انهيءَ حديث ۾ اولين توڙي آخرين جو علم آهي. عاجز به توهان جي نصيحت لاءِ اهائي حديث لکي ٿو:
"اِعْمَلْ لِلدُّنْيَا بِقَدْرِ بَقَائِكَ فِيهَا وَاعْمَلْ لِلْآخِرَةِ بِقَدْرِ بَقَائِكَ فِيهَا وَاعْمَلْ لِلّٰهِ تَعَالَى بِقَدْرِ حَاجَتِكَ إِلَيْهِ وَاعْمَلْ لِلنَّارِ بِقَدْرِ صَبْرِكَ عَلَيْهَا" اوکما قال النبي ﷺ. يعني دنيا جي لاءِ تون اترو

عمل (محنت، ڪم) ڪر، جيترو تنهنجو دنيا ۾ رهڻ ٿئي. آخرت جي لاءِ ايترو عمل ڪر، جيترو تنهنجو آخرت ۾ رهڻ ٿئي. الله تعاليٰ جي لاءِ ايترو عمل ڪر، جيترو ان ذاتهن تنهنجو احتياج هجي. دوزخ لاءِ ايترو عمل ڪر، جيترو انتي توکي صبر اچي سگهي.

**عزيزا!** دنيا ۾ توکي تورو رهڻو آهي، تنهنڪري انهيءَ لاءِ محنت بہ توري ڪر ۽ آخرت ۾ توکي گهڻو رهڻو آهي، تنهنڪري انهيءَ لاءِ توکي ثمر بہ گهڻو گهرجي. خدا تعاليٰ ذاتهن توکي گهڻيون حاجتون آهن، تنهنڪري ان جي عبادت، اطاعت، حڪم بجا آوري بہ گهڻي ڪر. دوزخ جي عذابن سهڻ جي توکي طاقت ڪانهي، تنهنڪري گناهن کي ويجهو نہ وڃ.

**اي عزيزا!** مشفق پاءَ!! جڏهن توهان ۽ هن عاجز بيڪار، متين حديث شريف پڌي ۽ پڙهي، مطلب معلوم ڪيو، تہ اها هڪ ئي حديث تنهنجي منهنجي لاءِ ڪافي شافي آهي. هاڻي توکي مونکي لازم آهي تہ هر وقت الله تعاليٰ جي ياد، ان جي ذڪر ۾ مشغول مصروف رهون، ان حقيقي مالڪ خالق، سلطان سلاطين حضرت حق سبحانہ، و تعاليٰ ۽ انجي حبيب پاڪ حضرت رسول اڪرم ﷺ جي محبت، اطاعت، حڪم بجا آوري ۽ سندن رضامنده وارن ڪمن کي اولين فرض سمجهي، اول ئي بجا آڻيون ۽ ڪنهن اهڙي پُر فيض برڪت جاءِ، ڪنهن الله واري ولي الله جي صحبت حاصل ڪيون، جتان اهو الله ڪرڻ وارو پُر تاثير، روحانيت وارو سبق ملي، بصيرت حاصل ٿئي، جو متين عرض ڪيل حديث شريف تي توهان اسان جو عمل رهي.

**عزيزا!** ڪهڙو سبب آهي جو توهان اسان قرآن مجيد پڙهون ٿا، معني ترجمو ڏسون ٿا، اسلامي ڪتابن، عالمن سگهورن جو وعظ نصيحت، وقت بوقت پڙون پيا. پاڻ بہ اهو سمجهون پيا ۽ يقين آهي تہ دنيا ڇڏڻي آهي، موت ضرور اچڻو آهي، قبر

۾ اڪيلو سمهڻو، رهڻو آهي. مال متاع، دولت، عزت، اولاد، مٽ مائٽ، دوست ڪڏ نه هلندا، قبر خواه قيامت ۾ اهي ڪابه مدد، همدردي، فائدو، ڪجهه به نه ڪندا. گناهن، برن ڪمن، الله تعاليٰ ۽ سندس رسول پاڪ ﷺ جن جي بي فرمانيءَ جي اتي ضرور پڇا ٿيندي. صحيح فيصلو ٿيندو. تاهم به گناهن، منع ڪيل خراب ڪمن ۾ دلير آهيون. دنيا ۽ دنيا وارن جي بيوفائي ڏسي به، هر وقت، هر ساعت، ڏينهن رات، هر ماه، هر سال، تانجو هن عمر تائين اسان کي ان جو ئي فڪر آهي، انجو ئي غم آهي، ان جي گهٽتي پريشاني آهي. اها ڪوشش، سعيو محنت پيچ ڏک آهي، اهو مشوره سوچ صلاح آهي. هيءَ حياتي، زندگيءَ جو مقصد، غرض سمجهون ٿا. دين جو، آخرت جو نقصان برداشت ڪيون ٿا مگر دنيا جو نقصان طبع برداشت نٿي ڪري. بس! انجو اهوئي سبب آهي ته توهان اسان جو اندر بيمار آهي. دل سخت، مرض ۾ مبتلا آهي، گناهه بي فرمانيون ڪري ڪري دل سياهه، مرده، مئل، انڌي، سخت ٿي ويئي آهي. موت ياد نه آهي، آخرت پلائي ويٺا آهيون. دنيا کي دين ۽ آخرت کان مقدم ۽ پيارو رکيو اٿئون. حرام حلال، جائز ناجائز، گناهه ثواب، نيڪي برائي، اطاعت معصيت، حق باطل، غلطي ثواب جو فرق تميز شناس نه رهي آهي. اهائي قوي نشاني ۽ محڪم دليل آهي ته اسان جي دل مرده آهي، اسان جو اندر بيمار آهي ۽ علاج جي سخت ضرورت آهي. اهڙن ماڻهن جي باري ۾ حضرت محبوب سبحاني غوث صمداني پيران پير حضرت سيد عبدالقادر جيلاني قدس سره العزيز فرمائن ٿا: ”يَا مَرِيْضَ الْبَاطِنِ عَلَيْكَ بِدَوَاءٍ لَا يَكُوْنُ هٰذَا الدَّوَاءُ اِلَّا عِنْدَ شَيْخٍ كَامِلٍ عَامِلٍ“. يعني اي اندر جا بيمار، او باطن جا بيمار، تنهنجو اندر بيمار آهي. توکي باطني بيماري وٺي ويئي آهي، توتي لازم آهي ته دوا ڪر. ان مرض ۽ بيماريءَ جي دوا، توکي ڪنهن بـي هنڌان نه ملندي، مگر شيخ (پير) ڪامل کان جو عامل

به هجي نه مکمل به هجي.

**عزيزا!** پيارا ياهُ!! ان لاءِ ئي پير ڪامل وٽ ۽ ان اهل الله وٽ اچڻ، وڃڻ، رهڻ، محبت ڪرڻ جي ضرورت آهي ۽ ان ڪم لاءِ ئي دنيا ۾ پيري مريدي ۽ صحبت جو سلسلو جاري آهي. جيئن عام ماڻهو سمجهي ۽ ڪري رهيا آهن ته، پير هجي پوءِ سندس ڪم، عمل کڻڙا به هجن، ڇهين ٻارهين مهيني اچي، چيلا، ڪڪڙ، پلاءُ خوب دعوت ڪارائجي، اِنذر، نياز، ڏن ڏجي، ائين هرگز نه آهي. پير اهو آهي، جيڪو الله جي رستي جو واقف، عارف بالله، شريعت جو پورو عامل هجي. جيڪو پُليل هجي، انکي سڌي رستي تي لائي، جيڪو اسلام کان پنيرو هجي، انکي شريعت جو پابند بنائي، رٺل رب راضي ڪري ڏيئي، الله تعالى ۽ حضرت نبي ڪريم عليه افضل الصلوات جو سونهون ۽ مطيع بنائي. هي هڪ مضمون داستان طويل آهي، هي ميدان ڪاغذ ناڪافي آهي.

حضرت عارف بالله مولانا جامي قدس سره فرمائن ٿا. بيت:

رستن زين پرده که بر جان تست،

بے مدد پير نـه امکان تست.

يعني تنهنجي جان، دل تي حجاب جا پرده آيل آهن، سواءِ مدد پير ڪامل جي ڪڏهن دور نه ٿيندا.

**عزيزا!** دنيا جي حياتي چند روز آهي، اسان توهان کي گهرجي نه غفلت، سستي ڇڏي هوشيار ٿيون، ڪنهن ڪامل ٻانهي، مردِ خدا جي صحبت ڪري، ڪجهه پنهنجي ڀلائي بهتري ڪيون. خدا وارن وٽان به اهو ماڻهو فائدو حاصل ڪندو جو محبت، اخلاص، اعتقاد سان اچي رهي، خدا وارن جو عيب جوءِ، معترض ماڻهو محروم هوندو آهي. ادب ۽ نياز وارو ماڻهو فائدو حاصل ڪندو آهي.

لاشيءِ فقير الله بخش غفاری

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

# مکتوب [۱۹]

جو دیکھو گے ملیں گے ہر طرف توحید کے چشمے،

جو پوچھو گے تو لے گا نام ہر چشمہ محمد ﷺ کا۔

فی الدارین۔

سلمہٗ اللہ تعالیٰ

مولوی میاں فتح محمد صاحب

بخدمت جناب مشفقی عزیزی محبی

السلام علیکم و رحمۃ اللہ و برکاتہٗ: گرامی نامہ موصول ہوا۔ درمیان سفر، حال تبلیغ اور حالات ابتدائیے کتاب **"عشق حبیب"** پڑھ کر بہت خوشی، سرور اور مسرت حاصل ہوئی۔ دل بے اختیار کہہ رہا تھا کہ یہ داستان طویل ہووے، افسوس! کہ دل کو اختصار پر قانع ہونا پڑا اور کہنا پڑا۔ بیت

ہوا مصروف گویائی میں جب حب پیغمبر ﷺ میں،

زباں نے کر لیا غسلِ فصاحت حوض کوثر میں۔

الحمد للہ یہ کتاب نہایت پسندیدہ اور اس کا نام بھی مرغوب ہے یہ تذکرہ اس ذاتِ گرامی باعثِ کون و مکان محبوب کبریا علیہ افضل الصلوٰۃ و اکمل التحیات کا ہے۔

اسی نے بزم گیتی کو سنوارا رنگ وحدت میں،

اسی نے دستگیری کی ہے، سب گم کردہ راہوں کی۔

ہوا پھر کعبۃ اللہ قبلہ، اس کی آمد، آمد ہے،

اسی کے کام سے رونق بڑھی ہے، سجدہ گاہوں کی۔

اور دعا فرماویں اس کمترین کو حضرت حق سبحانہ و تعالیٰ اپنے حبیب علیہ و علیٰ آلہٖ سلاماً کثیراً کثیراً، کی محبت اتباع پیروی سے مشرف فرماوے۔ آمین! اور اس مدعا کا صحیح مصداق بناوے۔ آمین!

یہی حسرت یہی ارمان یہی ہے آرزو باقی،
کہے عاجز کو دنیا یہ ہے دیوانہ محمد ﷺ کا۔

جس کام کی تدبیر، تجویز، قلق آپکے سینے میں ہے یہ بڑی نعمت عظمیٰ ہے اور کسی ازلی سعید کے حصے میں آتی ہے۔ دعا ہے اللہ تبارک و تعالیٰ آپکے اخلاص، ہمت اور روحانیت میں مزید برکت عطا فرماوے۔ آمین!

**جناب** عزیز جان محبی حضرت منصور صاحب مدظلہٗ شفقت فرمودہ گرامی نامہ عنبر شمامہ ارسال کیا ہے، بندہ نہایت مشکور ہے۔ اس عاجز کی طرف سے شکریہ عرض رکھنا، یہ حقیر ہر از تقصیر دعاگو ہے اللہ تبارک و تعالیٰ موصوف کو، جو دین کا مخلص خادم ہے، صحتِ ظاہری باطنی شفا عاجلہ و کاملہ عطا فرماوے۔ آمین! بیت:

الٰہی تو ہوجا حامی حامیانِ دینِ احمد ﷺ کا،
ہمیشہ خیر ہو امت کے سارے خیر خواہوں کی۔

کتاب کا نام ایسا عجیب و غریب دلپذیر ہے جو فقط نام دیکھنے سننے سے دل میں ایک وجدانی حالت پیدا ہوجاتی ہے۔ موجودہ دور پس ماندہ مریض قوم کے افراد کو یہ نسخہ **"شام و سحر"** مفید نہایت مؤثر صحت و شفایابی کا رہبر، ایک حاذق حکیم کا درجہ رکھتا ہے۔ مسلمانوں کو اللہ تعالیٰ اس سے مستفید و مستفیض فرماوے۔ بیت:

ہے فقط فیشن کی نقالی میں دنیا آجکل،
غیرتِ قومی یہ کہتی ہے، سنبھل کر راہ چل۔

حکمتِ "خُذْ مَا صَفَا، دَعْ مَا کَدَرْ" پر کر عمل،
سرخرو ہو کر پیش محبوبِ خدائے عزوجل۔

---

مرکزِ تعلیمِ ملت حکمتِ قرآن ہو،
سنتِ خیرالرسلؐ پھر اسکی شان ہو۔
نوجوانو! دین ملت کا کرو ہردم خیال،
تم میں پیدا ہوں غزالی اور رازی کی مثال۔

از: فقیرپور۔
تاریخ ۱۲ ماہ رجب المرجب

لاشیء فقیراللہ بخش غفاری

بسم الله الرحمن الرحيم

# مڪتوب [۲۰]

في الدارين.
سلمه الله تعالیٰ
ميان محمد عثمان صاحب
بخدمت جناب مڪرمي و محترمي

السلام عليڪم و رحمة الله و برڪاته: واضح باد ڪه بعد مدت دراز، عرصه ڪثير، گهڻي انتظار جي توهان پيارن جو خط پهتو، خيريت جو احوال معلوم ڪري گهڻي خوشي حاصل ٿي.

عزيزا! انسان کي جڳائي ته مرد مولا ٿي دنيا ۽ دنيا وارن جي ڏکن تڪليفن، صدمات جي ذره ڀر پرواه نه ڪري ۽ نه ڪو فڪر ڪڻتي ڪري جو طلب ۽ همت استقامت ۾ ڪمي پيدا ٿئي ۽ شيطان کي ڪو موقع ملي. پنهنجو عزم و اراده همت قوت بالا محڪم رکي، ذڪر جي ڪثرت ۽ مرشد مربيءَ جي صورت مبارڪ جو تصور زياده ڪري. اگر ڪا ڪمزوري، شيطاني اثر، طبع ۾ تشويش معلوم ڪري ته جلد بلا دير صحبت حضور ۾ پهچي، انشاءالله تعالیٰ سڀ باطل خيالات، نفس شيطان جا دام تزوير دفع ٿي ويندا. اگر مائٽن، دوستن جو ڪو به درميان معامله آيل هجي ته شريعت جي حوالي ڪري، مرشد ڪريم جي حضور ۾ پيش ڪري، جا صلاح درستي فرمائن، جو فيصلو ٿئي برچشم رکي، باقي خيالات فڪرات صفا دور ڪري ڇڏي.

عزيزا: توهان ڪنهن به قسم جي پريشاني طبع ۾ نه رکو جو بعض پريشاني تشويش کي شيطان طوالت ڏيندو آهي

تہ دل ۾ يڪسوئي قرار ۽ اطمينان نہ رهي، طبع ۽ دل ۾ انتشار رهي تہ ذڪر مراقبہ نماز وغيره ۾ ذوق، حضور لذت پيدا نہ ٿي، ان لاءِ دل ڪمزور سست ۽ غافل رهندي، ترقي بند رهندي. ان لاءِ ذره پير بہ ڪو خيال فڪر هرگز نہ رکو. مشڪلے نيست ڪہ آسان نشود. اسان جا محبوب مطلوب ڪعبہ و قبلہ حضرت غوث الاعظم محبوبِ ڪبريا حضرت مرشد ڪريم دام حياته' اسان جا ۽ اسان سان آهن تہ باقي هزارها تڪليفون ڏک سور هجن تہ ڪجهہ بہ ڏک نہ آهي. راحت ئي راحت، خوشي در خوشي، هر روز يوم العيد آهي. جڏهن محبوب مرشد ڪريم سائين جي نوراني چهري مبارڪ تي هڪ دفعہ نظر پوندي تہ قسم خدا پاڪ جو سڀ ڏک سور لهي ويندا.

ڪهو فضل اسان تـي ڪيئو رب ستار آهي،
مکو پير اسان ذي ڪامل، پنهنجو منثار آهي.
ڏسـڻ سـاڻ پـيـر جـي قـسـم خـدا جـو،
وينداسـپ غم لهي جـو هو غم تــار آهي.
ادا تو هيءَ حقيقت سچي ڪـان نــہ سٺي آ،
مرشد دا ديدار باهو حج لکـــ هـزار آهـــي.

عزيز من! توهان ڪوبہ غم فڪر نہ ڪيو. دل کي هر ڳالهہ معاملہ فڪر کان آزاد رکو. غم هجي تہ دلبر جو هجي، فڪر هجي تہ يار جو هجي. آزاد رهو، آباد رهو، دلشاد رهو.

از: درگاه رحمت پور شريف
لاشيءِ فقيرالله بخش غفاري

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

# مکتوب [۲۱]

فی اللہ ارین۔
سلمہ اللہ تعالیٰ

مولوی فتح محمد صاحب

بخدمت جناب مشفقی عزیزی محبی

بعد از سلام مسنون و دعوات ترقیات مشحون مطالع فرمائیں۔ الحمدللہ یہ فقیر حقیر بندہ ضعیف بفضلہ تعالیٰ بخیریت ہے اور آپکی خیریت و عافیت و سلامتی کے لئے بارگاہ ایزدی میں دست بدعا ہوں۔

**آپ** کے ارسال کردہ نوازش نامہ، دیباچہ، اشتہار سے اس عاجز کمترین خواہ جماعت کو نہایت ذوق لذت، دینی جذبہ، خدمتِ خلق کا جذبہ جوش پیدا ہوا۔ آپکی عقیدت، محبت، شب بیداری محنت سے نہایت طبع متاثر محظوظ ہوئی، بے اختیار آپکے لئے بہت ہی عجیب وغریب دعائیں پُرجوش صدائیں نکلیں اور نکلتی رہینگی۔ جزاک اللہ تعالیٰ خیرالجزا۔ آپکو اور آپکے اہل وعیال کو اپنی حقیقی محبت اور اپنے حبیب پاک سرور دین و دنیا حضرت نبی کریم ﷺ کی کاملہ محبت و اتباع نصیب فرمائے۔ آمین! ایں دعا از عاجز و از جملہ جہاں باد۔

**مشفق!** اپنے آپ کو ہمیشہ یادِ الٰہی میں مشغول رکھیں تاکہ تمام کاموں کی تدبیر سے تیرا دل فارغ ہوجائے۔ جب تیرے دل کو اس کے ذکر کی وجہ سے یکسوئی حاصل ہوجائے گی تو اللہ تعالیٰ تیرے سب کاموں کا محافظ اور کارساز ہوگا۔

اپنی علمیت اہلیت و لیاقت کا خیال و خطرہ ترک کریں بس بموجب امر کام کرتے ہی رہیں۔ "فَاسْتَقِمْ كَمَا أُمِرْتَ"۔ نص قطعی واضح دلیل ہے۔ آج کے دور میں عورتیں دین سے بالکل دور افتادہ ہیں اس لئے عورتوں کی اصلاح و تبلیغ فرضی کام ہے۔ اگر انھوں کی اصلاح ہوگئی تو یہ اثر مردوں اور سارے معاشرے و محلہ بلکہ سارے گاؤں میں پڑیگا۔ اور ذکر کے ساتھ حلقہ و مراقبہ کا اہتمام بھی رکھا جاوے۔

اپنے اہل خانہ کو نیکی کی طرف خوب کوشش فرماؤ۔ آپ کے اہل خانہ میں زیادہ شوق کر نیکی تقوی احکام خداوندی کی پابندی، اس معاملہ میں زیادہ مفید ہوگی۔ اور اپنی اہلیہ کو تواضع پیار محبت ایثار، اخلاق حمیدہ اور صاف جمیلہ کی پوری تعلیم دیجاوے۔ بس آخر اس بیت پر گذارش ختم کی جاتی ہے:-

عطا اسلاف کا جذب دروں کر،
شریک زمرۂ لَا يَحْزَنُوْنَ کر۔
خرد کی گتھیاں سلجھا چکا ہوں،
میرے مولا مجھے صاحب جنوں کر۔

جملہ دوست احباب کو السلام عرض۔ اس عاجز آوارہ کو یاد دعا سے فرماتے رہیں۔ محمد طاہر کے لئے خصوصی دعا ہووے۔ والسلام

راشدی فقیراللہ بخش غفاری

بسم الله الرحمن الرحيم

# مڪتوب [۲۲]

بخدمت جناب عزيزي ميان عبداللطيف صاحب

بعد السلام عليڪم و رحمة الله و برڪاته: خط توهان جو پهتو احوال معلوم ٿيو. الله تبارڪ و تعاليٰ توهان صاحبن جي سيني کي محبت و معرفت الاهي سان معمور آباد فرمائي، غير جي محبت و تعلق کان آزاد و صفا ڪري، قلب کي عشق حقيقي سان منور فرمائي- آمين.

عزيزا! توهان اسان هن خيال جا آهيون ته دنيا ۾ اسان عزت، مان، مرتبي وارا هجون، ڪمائي رزق پگهار سٺو ڪشاده هجي، نوڪري عهده تمام وڏو هجي، پنهنجي آفيسر عملدار وٽ عزت، پيارا هجون. اهڙي طرح توهان اسان لاءِ هي ڳالهه به تمام ضروري بلڪ فرضي آهي ته متينه ڳالهه سان گڏ هن ڳالهه جي به ضرور اسان توهان کي سوچ سمجهه رکڻي آهي ته مرڻ کان بعد وري هر انسان کي نئون دؤر، نئون ملڪ، نئين زندگي، نئون معاملو، درپيش آهي. ان لاءِ به ضروري آهي ته اتي به اسان جو وقت سکيو گذري، عزت، مان سان گذاريون، تنخواهه پگهار (نعمتون ربي) سني وڏي ۽ ڪنهن تمام بالا مرتبه تي هجون ۽ اهر احڪم الحاڪمين بالا بادشاهن جو بادشاهه راضي هجي، اسان ان شهنشاهه دوجهان جا پيارا قرب وارا هجون.

عزيز من! هاڻي خيال سوچ جي جاءِ آهي ۽ انصاف جو مقام آهي. دنيا جو رهڻ خبر ناهي پنج منٽ، پنج گهڙيون، پنج ڏينهن، پنج ماهه يا ڪي پنج سال، مطلب ته گهڻي ۾ گهڻو ۸۰، ۹۰، ۱۰۰ سال، پوءِ ان وقت لاءِ اسان جي ڪيڏي

ڪوشش سعيو، گهڻي فڪر غم، سفر ڪرڻ، گهوٽ وطن مائٽن
کان دور رهڻ، شمار کان ٻاهر تڪليفون وغيره ڪيون وڃن
ٿيون. مرڻ کان بعد جو آخرت جو رهڻ، جنهن جي ڪا انتها
ڪانهي ان لاءِ ڪا ڪوشش، سعيو، فڪر، گهڻي، ڪم ڪرڻو
آهي يا نه؟ جنهن جي بيان شرح سمجهاڻي، سيڪارڻ لاءِ قرآن مجيد
حديث شريف، دين جا ڪتاب، دفتر پريا پيا آهن. پوءِ اسان
توهان جي ان لاءِ اوتري ڪوشش گهڻي آهي؟ جي نه آهي ته
اها ڪڏهن ٿيندي؟

عزيز من! ان لاءِ ئي مرشد رهبر، روحاني طبيب حاذق
جي اسان توهان کي ضرورت آهي. ان ڪم لاءِ ئي مرشد ڪريم،
جو بجاءِ معلم استاد جي آهي، ان معلم حقيقي جي مدرسي
ڪالج ۾ رهڻ، صحبت، آمدورفت رکڻ، اها تعليم ۽ روحانيت
حاصل ڪرڻ ضروري آهي. هي عاجز توهان جو خيرخواهه
دلي همدردي آهي. جيئن الله تعاليٰ اوهان کي دنيا جي عزت
ڏني آهي تيئن آخرت جي نوڪري ترقي، الله تعاليٰ وٽ مقرب
معزز ٿيڻ لاءِ به پوري ڪوشش محنت سَعيو ڪيو. هن
عاجز جي توهان ۾ پائيءَ جي به طمع لالچ نه آهي، الله تعاليٰ
وٽ سڀ ڪجهه ڏنو آهي، تمام آسوده خوش رکيو آهي.
توهان اچو وڃو، گهڻو رهو، فائدو حاصل ڪيو، دل جو شوق،
محبت، عقيدت پيدا ڪيو.

والسلام فقيرالله بخش غفاري

# مکتوب [۲۳]

سلمہ اللہ تعالیٰ۔

مولوی فتح محمد صاحب

بخدمت جناب مشفقی محبی مخلصی

بعد تسلیمات و تکریمات معلوم باد گرامی نامہ موصول ہوا احوال وما فیہا سے آگاہی ہوئی۔ آپکی محبت جنون حال معلوم کرکے بہت خوشی ہوئی۔ دوست حال سنکر بہت محظوظ ہوئے، یہی دیوانگی ہے جو ترک ماسوی اللہ کے کوچہ کی رہنمائی کرتی ہے۔ بیت :۔

عشق آں شعلہ ست چوں بر فروخت،
ہر کہ جز معشوق باقی جملہ سوخت۔

(عشق ایک ایسا شعلہ ہے کہ جب جل جاتا ہے تو معشوق کے سوا ہر ایک چیز کو جلاکے رکھ دیتا ہے)

عزیز من! اب جوانی کا عالم، کام کرنے کا عجیب وقت ہے۔ کل جب بڑھاپا آئے گا تو سوائے حسرت و ندامت کچھ ہاتھ نہ آئیگا۔ آپ بذات خود باقی احباب کو اس طرف ذرہ توجہ دلائیں اور کام لئے آگے جوانمردی کا قدم بڑھائیں۔ بیت:۔

ہمت بلند دار کہ نزد خدا و خلق،
باشد بقدر ہمت تو اعتبار تو۔

(بلند ہمت رہ اس لئے کہ خدا اور خلق، خدا کے یہاں تیرا مرتبہ بھی تیری ہمت کے موافق ہی ہوگا)۔

عزیز من! مسلمان کس کو کہتے ہیں مسلمان کے ذمہ کیا کام ہیں۔ مسلمان کو کس مرحلہ سے گذرنا ہے اور کس طریقے سے زندگی گذارنی ہے۔ بس اس لئے دو چار ابیات دردمندانہ عرض کرتا ہوں:

خواب غفلت کب تک اے مسلم تو بیدار ہو،
دوسروں کو جگا اور آپ بھی ہوشیار ہو۔
داستاں غفلت کی تیری کتنی عبرت خیز ہے،
اب نہ آئندہ زمانے میں ذلیل و خوار ہو۔
ہوش میں آ مسلم خوابیدہ اپنا کام کر،
دور خاطر سے خیالِ گردش ایام کر۔
نعرہ تکبیر سے سب کو صلائے عام دے،
یعنی تعلیمِ محمد ﷺ کو جہاں میں عام کر۔

بندہ کمترین موقع سے بعد اکثر دعوتوں پر تبلیغ میں رہا ہے اور آج کراچی تیاری ہے۔ ۲۰ تاریخ رجب کو پانچ آدمیوں کا وفد مولوی بشیر احمد صاحب اور حاجی محمد علی صاحب کی صحابت میں روانہ ہوگیا اور چار آدمیوں کا وفد جناب مولوی عبدالرحمان صاحب اور مولوی حاجی بخشل صاحب کے رفاقت میں آج رات کراچی روانہ ہوا ہے۔ آج صبح کو بندہ کمترین، جناب مولوی کریم بخش صاحب اور حاجی صاحب روانہ ہونے والے ہیں۔ دعا فرمائیے اللہ تعالیٰ اخلاص عطا فرماوے، اپنی نظرِ عنایت شاملِ حال فرماوے۔

راقم فقیر اللہ بخش

بسم الله الرحمن الرحيم

# مڪتوب [٢٤]

سلمه الله تعالى

ميان عبداللطيف صاحب

بخدمت جناب مڪرمي مشفقي عزيز القدر

السلام عليڪم و رحمة الله و برڪاته': خيريت طرفين واضح باد ڪه گرامي نامه پهتو، احوال کان واقفيت ٿي. الله تبارڪ و تعالى پنهنجي محبت و اطاعت معرفت سعادت دارين و ترقي سرفرازي دين دنيا عطا فرمائي- آمين!

**عزيزا!** عمر سڄائي ۽ زندگي صحيح اها آهي جو ذڪر ياد ۽ محبت حضرت حق سبحانه' و تعالى ۾ گذري ۽ الله تبارڪ و تعالى جي رضامنده وارن ڪمن جي توفيق شامل حال هجي. ڪوئي دم، ڪوئي ساعت، ڪوئي وقت غفلت نه رهي. پاڻ کي عاجز، حقير، ذليل، خوار، بنده ڪمترين سمجهي، هروقت پنهنجي گناهن، عيوب، خطائن تي نظر هجي. پنهنجي ڪابه نيڪي هن کي نظر نه اچي، انسان ڪوشش، همت بالا ڪري جو ان نعمت خداداد مان ڪجهه حصو بهره حاصل ٿئي. هن عاجز بدڪار لاءِ خاص اها دعا هجي ته الله تبارڪ و تعالى حضرت مرشد ڪريم محبوب ڪبريا مد ظله العالي جي ڪامل حقيقي محبت رابطو اخلاص قلبي عطا فرمائي- آمين!

**عزيزا!** جيئن انسان ڪوشان رهي، دنيوي ترقي مرتبه حاصل ڪري رهيو آهي، اهڙي طرح بلڪ ان کان به صد بار زياده ڪوشان رهي، اخروي ترقي ۽ الله تبارڪ و تعالى جو

قرب اعليٰ مدارج حاصل ڪري، جو ان ڪم لاءِ ئي دنيا ۾ آيو آهي. غفلت سستي ۾ حياتي نه گذري، ڪوشش جوانمردي همت طاقت خرچ ڪري، و گر نه صبحاڻي حسرت ڪاڻي پوندي. ڳوٺ، گهر وڃو اتي به اها ڪوشش، ترغيب، تحريص ڏيو. دنيا ۽ دنيا جا مال اسباب سامان ڀلي هجن، دنيوي عزت، ترقي بيشڪ هجي، مگر الله تعاليٰ ڪان غافل ۽ سندس محبت، معرفت، قرب الاهي ڪان محروم هرگز نه رهو. آها دنيا ۽ سندس اسباب مال خراب آهن، جي الله تعاليٰ ڪان غافل ڪن. بيت:

دلا غافل نه ہو اکدم یہ دنیا چھوڑ جانا ہے،
باغیچہ چھوڑ کر خالی، زمیں اندر سمانا ہے۔

ذڪر، محبت، پير، اطاعت، پير ۾ پورا ڪوشان رهو، شريعت جو پورو پورو اتباع ڪيو.

از درگاه رحمتپور شريف                    لاشیٔ فقیراللہ بخش غفاری

# مکتوب [۲۵]

سلمہ اللہ تعالیٰ۔
مولوی فتح محمد صاحب
بخدمت جناب مشفقی محترمی محبی

وعلیکم السلام و رحمۃ اللہ و برکاتہٗ: گرامی نامہ موصول ہوا، حال وما فیہا سے آگاہی ہوئی اور بہت ہی خوشی و مسرت حاصل ہوئی۔

احوال جلد بلا توقف اور مختصر لکھا گیا، جو عاجز بیکارہ میں بہت تکاسلی ہے اور کراچی کی بیماری ہے۔ انشاء اللہ العزیز۔

آپ نے از روئے کسر نفسی و تواضع اپنی لیاقت کے متعلق لکھا ہے۔ یہ حالت اس عاجز آوارہ کمترین کی ہے۔ باتیں جو ہوتی ہیں، آپ خواہ دوسرے حضرات سنتے رہتے ہیں، لیکن بوقت تنہائی اپنی شکستہ، بیکارہ حالت دیکھکر بہت ہی ندامت و شرم آتی ہے۔

ہمت باندھیں اور کام کرتے ہی رہیں، بس آپکے جواب میں چند ابیات تحریر ہیں:-

ادھر سے جا رہی تھی اک جماعت حق پرستوں کی،
بباطن روزہ داروں کی بظاہر فاقہ مستوں کی۔

نہ ان کے ساتھ خیمے تھے نہ سامان رسد کوئی،
نہ ان کی پشت پر تھا جز خدا بھر مدد کوئی۔

کوئی سامان نہیں تھا، ایک ہی سامان تھا ان کا،
"خدا واحد"، "نبی صادق"، ہے یہ ایمان تھا ان کا۔

ان ہی کے نور سے ہر سو اجالا ہونے والا تھا،
انہیں کے دم سے حق کا بول بالا ہونے والا تھا۔

عزیز من! اپنی قاصر ہمت، شکستہ کمر کے باوجود کام کرنا چاہئے۔ بھی یقین پختہ، اعتقاد بخلوص دل ہو کہ کام بنانیوالے کام کو خود ہی بنائینگے اور سر انجام دیں گے۔

عاجز بیکارہ کو خصوصی دعا سے یاد فرماتے رہیں۔ صحت ظاہر کے لئے خاص دعا فرمائیں، اللہ تبارک و تعالیٰ اس کو ظاہری باطنی باخلاص عطا فرماوے اور اسلام کا صحیح خادم بنائے آمین۔ والسلام!

تاریخ ۲۶ محرم الحرام بروز چہار شنبہ جواب بر وقت لکھا گیا۔ لاشیٔ فقیر اللہ بخش غفاری

بسم الله الرحمن الرحيم

# مڪتوب [٢٦]

سلمہ اللہ تعاليٰ

بخدمت مشفقي ميان فتح محمد صاحب

بعد السلام عليڪم ورحمة الله وبرڪاته:

الله تبارڪ و تعاليٰ توهان جي قلب کي محبت و تعلقات غير کان خالي ڪري ۽ محبت و معرفت الاهيءَ سان منور و مزين فرمائي آمين.

**عزيزا!** طالب کي گهرجي ته پنهنجي همت قوت، استعداد و استقامت کي مضبوط، بلند بالاتر رکي، غفلت، تڪاسلي، سستي کي هرگز روا نه رکي، سواءِ مردانگي، قرباني جي هرگز مقصد کي نه پهچندو. حضرت حافظ شيرازي رحہ فرمايو آهي:

حافظا در عشقبازی کم ز زن هندو مباش،
او برائے وصل شوہر زنده درآتش رود.

اي حافظ! عشق جي ميدان ۾ هندو عورت کان ٻوٽي نه پئجي جو اها پنهنجي مڙس جي ميلاپ واسطي جيئري باهه ۾ وڃڻ پسند ڪري ٿي.

**عزيز من!** رب جو ٿي رهہ. جيستائين پنهنجي جان، من ڌن، تن وطن وغيره يار حقيقيءَ جي حوالي نه ڪندين، يار جي ڪوچہ کان دور آهين.

**ليڪن** الله تعاليٰ جي وصال ۽ ميلاپ حاصل ڪرڻ لاءِ مرشد ڪامل، شيخ اعظم درمياني وسيلو آهي. طالب اول محبت

پير ۾ فاني ٿئي ته اڳتي راھ ڪشادي ٿئي. محبت و صحبت شيخ با شرائط آداب هڪ اعليٰ اثر قرب الاهي آهي جو هرهڪ بوالهوس جو ڪم نه آهي، قدردان ان جي قيمت قدر ڄاڻن ٿا.

طالب لاءِ راھ ترقي محنت رابطہ صحبت ادب آهي. ادب ضروري آهي، بي ادب محروم آهي. اَلطَّرِيْقَۃُ كُلُّهٗ اَدَبٌ (طريقي جو دارومدار ادب تي آهي) الله تعاليٰ جي وصال، قرب معنوي جي واٽ ادب ئي ادب آهي. صحبت شيخ هڪ خاص قرب و ڪمال ڪرم باريتعاليٰ جو آهي. محبت رابطہ قوي رکو. ذڪر مراقبہ جي تمام ڪثرت ڪيو، محبت ناجنس ۽ مخالف طريقہ عاليہ کان بلڪل پرهيز ۽ دور رهو.

عزيزا! هاڻي تون خود ان ڳالھ جو قدر ۽ انصاف ڪر ته توتي الله تعاليٰ جو ڪيڏو ڪرم ۽ احسان آهي. تون زياده ڪوشان ۽ زياده شڪرگذار رھ. ته نعمت زياده ٿئي. توهان ۽ توهان سان گڏ پڙهندڙ انگريزي پڙهڻ لاءِ گهر ڇڏي، سفر ڪري، رات ڏينهن محنت ڪوشش ڪري رهيا آهيو، فقط هن غرض لاءِ ته نوڪري ملي، پگهار ملي. اهڙي طرح تون به ذڪر، نماز ۽ شريعت جي تابعداري ڪري رسول اڪرم ﷺ جي دربار ۾ نوڪري، ملازمت جو حقدار ۽ مقرب، ڪرسي نشين ٿي. پوءِ توکي ان نعمت، مرتبي جي ضرورت نه آهي؟ جي آهي ته پوءِ سست نه ٿي، خيالات آجايا خطرات دل ۾ نه آڻ، بيدينن کان پاسو ڪر، ايمان بچاءِ جو متان ان امتحان ۾ ناپاس ٿي پوين. جوان مرد ٿي دين جي ڪمن تي چُست ۽ پورو رھ. اگر ڪا سستي، بدصحبت جو اثر ڏسين ته جلد صحبت ۾ اچڻ وڃڻ ڪر. بس استقامت ڪر.

زياده خيروالسلام

راقم فقير الله بخش غفاري

بسم الله الرحمن الرحيم

# موجوده معاشره

# جي

# اصلاح ۽ علاج

لٽ گيا تيرا متاعِ اتفاق و اتحاد،
اور تو غفلت کي ميٺهي نيند ميں سويا کيا
بڑھ گئے تيرے عقائد کے فروعي اختلاف،
خانہ جنگي نے تيري اسلام کو رسوا کيا۔

اڄ اسان جي صفن ۾ انتشار ۽ افتراق آهي، اسان جي نيتن ۾ کوٽ ۽ ذهن اندر فتور پئجي ويو آهي. اسين ذات پات جي ويڇن ۾ ورهائجي ويا آهيون. اسان ۾ طبقاتي تفاوت اچي ويو آهي. اسين مذهبي ٽڙي پکڙي، پارٽي بازين، فرقه بندين ۽ گروه سازين ۾ ايتري قدر ته هڪٻئي کان پري پئجي ويا آهيون، جو هينئر اسان ۾ ڪا به مرڪزيت نه رهي آهي. حالانڪ اسان جو رب ۽ رسول، قبلو ۽ ڪتاب هڪ آهي.

هن کان زياده افسوس ۽ ارمان هن ڳالهه جو آهي ته اسان جي مذهبي پيشوائن يعني علماء ڪرام جو به پاڻ ۾ اتفاق ناهي، ايتري قدر جو هڪٻئي تي شرڪ ۽ ڪفر جي فتويٰ ڏيڻ ۾ به ڪا ڪسر نٿا ڇڏين. علماء ڪرام جي هن فروعي اختلافات جي نتيجي ۾ ساده لوح عوام توڙي لکيل پڙهيل طبقو به گهڻو منجهيل ۽ مايوس نظر اچي ٿو ته خبر ناهي ڪهڙو فرقو حق تي آهي ۽ ڪهڙو غلط طريقي تي هلي رهيو آهي، ڇو ته پنهنجي طرفن کان مستند عالم فاضل آهن ۽ ٻئي طرف قرآن و حديث مان دليل پيش ڪن ٿا. منهنجي ناقص خيال موجب اڄڪلهه اسان جا باشعور خصوصاً تعليم يافته طبقو استاد، شاگرد ۽ ملازم جنهن برق رفتاري سان بيدينيءَ ۽ گمراهي جي لپيٽ ۾ اچي رهيا آهن ۽ دين اسلام کان پٺڀرائي ڏيئي مغربي تهذيب طرف تيزيءَ سان وڌي رهيا آهن، انهيءَ جو هڪ اهم سبب اسان جي علماء ڪرام جو باهمي اختلاف پڻ آهي. ڇو ته هو سوچين

تا ته جيڪڏهن واقعي اسلام هڪ مڪمل ضابطهء حيات مقدس مذهب آهي ۽ هر مشڪل مسئلي جو حل ارشاداتِ خداوندي ۽ فرمانِ نبوي ﷺ ۾ موجود آهي ته پوءِ اسان جي مذهبي رهنما علماءِ ڪرام کي اها راه نظر ڇو نه ٿي اچي ۽ اهي باهمي اختلافات پاڻ ۾ ڳالهي ويهي ڇو نه ٿا حل ڪن؟

موجوده دؤر اندر ڪيئي اهڙا منجهيل ۽ من گهڙت مسئلا اٿي پيا آهن، جن مسلمانن جي دلين ۾ هڪ قسم جي بغاوت ۽ بيزاري پيدا ڪري ڇڏي آهي. شايد ئي ڪو خوش قسمت مسلمان هجي، جيڪو هن دؤر ۾ ڪفر جي فتوي کان آزاد ۽ اڄ رهيو هجي. اسان جي هن نفاق ۽ نفرت جو نتيجو اڄ مرزائيت، عيسائيت ۽ دهريت جي صورت ۾ اسان جي سامهون آهي.

ڪاش! هن موقعي تي الله تعالى جو هيءُ ارشاد اکين جي آڏو هجي ها! ”جيڪڏهن اوهان پاڻ ۾ جهيڙو جهڳڙو ڪندو ته ڪمزور ٿي ويندو ۽ اوهان جي طاقت ختم ٿي ويندي.“ ”اوهان سڀ يڪمشت ٿي الله جي دين کي مضبوط پڪڙيو ۽ ٽولا ٽولا نه ٿيو.“

فرقه فرقون کا بنانا چهوڙو،
انسان سے انسان کو لڑانا چهوڙو.
دو رنگ میں رہتے ہوئے، یک رنگ ہو جاؤ،
اب دین کو دنیا سے مٹانا چهوڙو.

هيءُ دؤر ڪفر، الحاد، بدعت ۽ بي دينيءَ جو دؤر آهي. ملڪ جي معاشري جو هر طبقو آزاد راه روي ۽ جڙ واڳيءَ ڏانهن مائل آهي. هڪ طرف اسان مسلمانن جا عقيدا، عمل ۽ اخلاق، باطل ۽ برباد ٿيندا پيا وڃن ته ٻئي طرف وري سڀئي اسلام دشمن تحريڪون، تنظيمون ۽ رنگ برنگي جماعتون، مختلف روپ اختيار ڪري، شيطاني شرارتن ذريعي، مقدس مذهب اسلام جي ڪمزور ڪرڻ بلڪ ان کي ختم ڪرڻ ۽ ان مٽائڻ جي ناپاڪ ڪوشش ۾ مصروف آهن.

خدا نے آج تک اس قوم کی حالت نہیں بدلی،
نہ ہو جس کو خیال آپ اپنی حالت کے بدلنے کا

وقت جي انهن مايوس ڪُن حالتن کي مدنظر رکندي هڪ اصلاحي روحاني تحريڪ ”اصلاح المسلمين“ جي نالي سان ناهي وئي آهي، جنهن جو مقصد مسلمان ڀائرن جي مذهبي، اخلاقي ۽ روحاني اصلاح ڪرڻ آهي. هن تحريڪ جو ڪنهن به سياسي پارٽيءَ سان ڪوبه واسطو نه آهي.

هيءَ جماعت بنا ڪنهن طمع لالچ ۽ فروعي اختلافات جي هر مسلمان ڀاءُ کي خدا ڪارڻ مخلصانه دعوت پيش ڪري رهي آهي ته ”اسان جو ارادو فقط اصلاح ۽ سڌارو آهي ۽ انجي توفيق ۽ طاقت الله تعاليٰ ڏيڻ وارو آهي.“

هن ”اصلاحي تحريڪ“ جو باني سرپرست صاحبِ شريعت، پير طريقت، هڪ مرد مجاهد، صاحبِ درد، ڪامل اڪمل، الله جو ولي، الحاج حضرت الله بخش صاحب نقشبندي، مجددي، فضلي، غفاري آهن. سندن دين جي خدمت عالم دين ۾ اهڙو ته انقلاب آندو آهي، جنهن جو ماضيءَ ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. لکين پليل ۽ ٻتڪيل انسان، جيڪي اڳ ۾ الله جي حبيب ﷺ جن جي پاڪيزه تعليم ۽ طريقي کان پري پيل هئا، اهي اڄ مثالي انسان بڻجي اسلام ۽ ايمان جي ساک پري رهيا آهن.

نہ کتابوں سے نہ وعظوں سے نہ زر سے پیدا،
دین ہوتا ہے بزرگوں کی نظر سے پیدا۔

هن تحريڪ جي نتيجي ۾ سنڌ اندر ٻه وڏا دائمي ۽ هڪ موسمي مرڪز قائم ڪيا ويا آهن، جن جو تعارف سنڌ پنجاب ته ڇا پر بيروني ممالڪ ڏانهن اسلامي دنيا کي معلوم آهي.

**فقيرپور شريف:** هيءَ مرڪز ضلع دادو اسٽيشن راڌڻ جي اتر طرف ريلوي لائين سان لاڳيتو آهي. هن ڳوٺ ۾ تقريباً ۸۰ گهر مختلف قومن ۽ قبيلن تي مشتمل آهن، جن جو معاشي

۽ معاشرتي نظام قرآن ۽ سنت مطابق آهي. هتي هر اسلامي مهيني جي ٻارهين تاريخ هڪ اصلاحي اجتماع ٿيندو آهي.

[illegible] آباد شهر [illegible]: هي ۽ مرڪز شهر ڪنڊيارو ضلع نوابشاه ۾ آهي. هي مرڪز ڳڻڀل چند سالن کان قائم ڪيل آهي. هن ۾ اٽڪل چاليهارو گهر آباد آهن، جن جي نشست و برخواست، رسم و رواج، شادي غمي وغيره عين شريعت جي مطابق هوندي آهي. هتي هر اسلامي مهيني جي ٢٧ تاريخ هڪ اصلاحي اجتماع ٿيندو آهي.

[illegible] تہ مٿين ٻنهي مرڪزن ۾ مرد خواه عورت ڪو به بي نمازي ڪونهي. سڀ مرد با جماعت نماز پڙهندا آهن. سڀ تنها وڏا، مرد عورتون تهجد پڙهندا آهن. صبح و شام [illegible] روزي ۽ ٻين ضروري مسئلن جي تعليم ڏني ويندي آهي. [illegible] عورتن واسطي خاص مدرسو آهي، جتي اهل نساء جا ماڻهو [illegible] نماز ۽ ٻين ضروري مسئلن جي تعليم ڏيندا آهن. هتي [illegible] شرعي پردي جي پابندي هوندي آهي. هتي پڳڙي، ناس، [illegible] وغيره جهڙي بدعت جو ڪو به نالو نشان ڪونهي.

غرض تہ سندن هر فعل ۽ عمل شريعت مطابق هوندو آهي. گويا رضاڪارانہ طور تي جتي هر شخص پنهنجي پاڻ تي اسلامي محمدي ﷺ قانون نافذ ڪرڻ قبول ڪيو آهي.

[illegible] آباد [illegible]: هي ۽ مرڪز ضلع حيدرآباد تعلقي ٽنڊوالهيار جارڪي موري لڳ، چمبڙ روڊ سان واقع آهي. هن مرڪز جي چوڌاري پرسان ٻروڌار قوم آباد آهي، جن جو تعلق جماعت اصلاح المسلمين سان آهي. هن مرڪز ۾ سال جا ٻي مهينا جماعت جا اصلاحي جلسا ٿيندا آهن. هنن جلسن ۾ خاص طرح ڪراچي، ٺٽي، حيدرآباد، ميرپورخاص، ماتلي، بدين، تلهار وغيره جي ماڻهن کي گهڻي آساني ٿيندي آهي ۽ اهي بنا تڪليف جي [illegible] ۾ اچي اجتماعن ۾ شامل ٿيندا آهن.

ان کان علاوه ڪراچي، حيدرآباد، نوابشاهه، هالا، مورو وغيره شهرن ۾ به "اصلاح المسلمين" جون برانچون آهن.

سنڌ کان علاوه به وڏا مرڪز پنجاب ۾ پڻ آهن.

ڀڳهڪي: هڪ مرڪز ضلع شيخوپوره ۾ آهي.

ظفروال (چڪ نمبر ٢٦٢): هيڊ مرڪز ضلع فيصل آباد ۾ آهي.

پاڪستان کان علاوه دبئي، عمان وغيره ۾ به مرڪز قائم آهن.

بڙي موزون تيري گفتار ہے توحيد باري پر،
مگر ڪردار ميں اسلام ڪي بهي شان پيدا ڪر.

اسلام ۾ طبقاتي ۽ فرقيوارانه ڇڪتاڻ، عالمن جسون سڪيڙ مٿان ڪفر جون فتوائون ۽ دنيا طلبيءَ ڏانهن سندن رغبت ڪي ڏسي ماڻهو نه رڳو مايوس ٿي ويا آهن، پر ويتر عوام کي اسلام کان نفرت پيدا ٿي پيئي آهي، تنهنڪري انهيءَ طبقي جي اصلاح نهايت اهم ۽ ضروري آهي. سندن ڪوشش سان عالمن کي متحد رکڻ لاءِ عالمن جي هڪ اصلاحي تحريڪ قائم ڪئي ويئي، جنهن جو نالو "جمعيت علماءِ روحانيه غفاريه" آهي، جن جا سنڌ ۾ مختلف هنڌن تي اصلاحي اجتماع ٿيندا رهن ٿا، جن ۾ اسلام جي اشاعت جا صحيح ۽ مؤثر ذريعا سوچيا ويندا آهن. اهڙي طرح ڏسجي پيو ته هيئنر انهي عالم سڳورا اسلام جي خدمت جي جذبي سان مالا مال ٿي پنهنجون صلاحيتون اسلامي تبليغ ۾ صرف ڪري رهيا آهن.

ہے زندگي ڪا مقصد الله کے دين کي سرفرازي،
اس لئے ہم مسلمان، اس لئے ہم نمازي.

عام طرح صوفي بزرگن، سلوڪ ۽ تصوف جي ذريعي طالب مولا جي قلبن کي مشغول ۽ نفسن کي سڌارڻ ۾ حڪيم آهي. مگر هن دور جي ولي ڪامل ۽ انسانيت جي محسن اصلاح جو دائرو وسيع تر کان وسيع ترڪري ڇڏيو، انهوءَ

سبب آهي جو فقراء جي اولاد کي صحيح مسلمان ۽ دين جو سچو خادم بنائڻ لاءِ اسلامي مرڪزن ۾ ديني عربي مدرسن جو قيام عمل ۾ آڻي فرمايائون، جماعت جي باصلاحيت علماء جو انتخاب ڪري کين استاد مقرر فرمايائون، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو هنن عربي مدرسن جا طالب هڪ طرف بهترين فارغ التحصيل عالم ٿي نڪتا ته ٻئي طرف حضرت صاحب جن جي فيض و برڪات سان باطني تربيت حاصل ڪري عالم با عمل، صوفي مشرب ثابت ٿيا. اهڙا مرڪزي مدرسا الله آباد، فقيرپور، ظاهرآباد ۽ ٺٽون ديرو ۾ آهن.

ان کان علاوه جماعت جا ٻيا به ڪيترائي مدرسا جدا جدا شهرن ۾ موجود آهن.

انهن مذڪور مدرسن مان فارغ التحصيل ۽ ذهين طالب اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ ۽ مختلف ٻوليون سکڻ لاءِ ڪراچيءَ جي جدا جدا مدرسن جيئن ته مرڪز اسلاميه، مرڪز قادريه ۽ مدرسه اسلاميه ۾ پهتا آهن. حضرت صاحب جن جي نگاهه ڪرم ۽ ڪوشش سان انهن پنهنجي هڪ جدا اصلاحي تحريڪ قائم ڪئي آهي، جنهن جو نالو "جمعيت طلباء روحانيه غفاريه" آهي. هن تحريڪ جون مختلف شهرن ۾ برانچون آهن.

هنن نوجوان عربي طالبن جو اعليٰ اخلاق ۽ حسين ڪردار ڏسي ڪري ڪيترا غير ملڪي طالب، افغانستان، آمريڪا، آفريڪا ۽ عالم اسلام جي ملڪن جا رهاڪو، حضرت صاحب جن جي صحبت بابرڪت کان فيضياب ٿيا آهن. سندن انگريزي ۽ انهن جا موڪليل خط، اڄ به اسان وٽ محفوظ آهن.

انشاءالله اهو ڏينهن پري ناهي جو هي نوجوان عالم، مرد مجاهد، دين جو درد ۽ امت جو فڪر کڻي، غير ممالڪ ۾ پهچي، هن تبليغ جهڙي اهم فريضي کي پايه تڪميل تي پهچائيندا.

هن همہ گير عالمي سياسي دؤر طالبن جي طبقي کي اهڙو ته اسلامي قدرن کان پري رکيو، جنهن جو ذڪر زبان تي به آڻي نٿو سگهجي.

هلندڙ دؤر اندر شاگرد طبقي، نہ رڳو مسلم معاشري کي پريشان ڪري وڌو، پر خود حڪومت بہ مايوس ٿيڻجي ويئي. سياستدانن، شاگردن کي پنهنجو هٿيار بڻائي، نجي ۽ سرڪاري املاڪ کي تباهہ ڪرڻ، گهيراءُ ڀڃڊاءُ وغيره جهڙا هاڃا ڪرڻ، تعليمي ادارن کان ٻاهر نڪري پنهنجي مسلمان ڀائرن جي حياتي سان کيڏڻ وغيره، شاگردن جو روزمره جو پسنديده مشغلو ٿيڻجي چڪو هو. شاگرد پنهنجي والدين ۽ استادن جا بي ادب ٿيڻجي چڪا هئا، تانجو استادن کي ڌمڪائڻ، ڊيڄارڻ سان گڏ بعض اوقات انهن کي قتل ڪرڻ کان بہ نہ ڪيٻائيندا هئا.

اهڙي ماحول ۾ رهندي هي طبقو اسلام کان گهڻو دور ٿي چڪو هو. الله جي واجب الوجود هستيءَ کان انڪار، قرآن ڪريم کي نعوذبالله پراڻو ڪتاب، دور حاضر لاءِ غيرمفيد تصور ڪرڻ جو رجحان ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ وڌندو نظر ٿي آيو.

ليڪن الله جي پياري وليءَ جي نوراني نظر، فيض اثر جو هي ڪرشمہ وڏي ڪرامت کان گهٽ نہ آهي، جو سندن ڪوشش سان اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ اصلاح روح جي تبليغ شروع ٿي جنهن جو نتيجو، اڄ هزارها شاگردن جي صورت ۾ ايمان جي اکيان آهي. شاگردن جون انجمنون 'روحاني طلباء جماعت' جي نالي سان قائم آهن، جن جا ميمبر ڊاڪٽري، انجنيئري، سائنس، ڪامرس، وغيره پڙهڻ وارا شاگرد آهن، جن جي صورت ۽ سيرت ۾ فيض محمدي ﷺ جي جهلڪ نمايان نظر اچي پيئي. ڏاڙهي باشرع، ڏنـڊڻ، دستار، نماز باجماعت، تهجد جي پابندي، ضروري مسائل جا عالم، تبليغي ڪوشش، هي سندن پڌريون نشانيون آهن. شاگرد طبقي ۾ اهڙو تعميري انقلاب ڏسي دنيا کي حيرت آهي. الله وارن جي دعائن جي برڪت سان شاگردن جي پنهنجي ڪم ۾ بہ ٻيڻو ٽيڻو اضافو آيو آهي. امتحانن ۾ نمايان ڪاميابي، والدين ۽ استادن جي خدمت ۽ ادب،

روحاني سان مُروت ۽ پيار هن شاگردن کي اهڙو ته مقبول بنايو آهي جو هينئر ڪراچي، حيدرآباد، ايل. ايم. سي ڄام شورو، چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج، زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام، هالا، نوابشاه ۽ مورو کان علاوه پنجاب يونيورسٽي، پشاور يونيورسٽي ۾ به خالص روحاني ۽ اصلاحي انجمنون قائم ٿيون آهن ۽ سندن ڪوشش سان بيروني ملڪ تائين فيض محمدي ﷺ جو اثر پکڙجي چڪو آهي.

ہم نے توحید آشنا سارے جہاں کو کر دیا،
ہم جہاں جاتے تھے جانا تھا اللہ کا نام بھی۔
برق بن کر تیغ مسلم کی چمکتی تھی جہاں،
ابرِ رحمت تھا وہاں اللہ کا پیغام بھی۔

روحاني طلباء جماعت اهڙو زنده دل جوانن جو قافلو تيار ڪرڻ چاهي ٿي، جن جون دليون عشق الاهي ۽ محبت مصطفي ﷺ سان مخمور، معمور پُرنور هجن. انهن ۾ صداقت، پرهيزگاري هجي، اهي عظمتِ اسلام، شانِ صحابہ، اهل بيت عظام ۽ اولياء ڪرام جا پاسبان هجن.

مصطفي ﷺ کے دین کی عزت پر فدا ہوکر،
حیات جاوداں کا راستہ سب کو دکھا دینگے۔

**عزيز دوستو!** الله تعالي جي عين رضا مطابق اوهان تائين پيغام پهچايو ويو. اسان پنهنجي فرض ادائي پوري ڪئي، هر نموني حق ظاهر ٿي چڪو آهي. هاڻي هن دعوت کي قبول ڪرڻ يا نه ڪرڻ، اوهان جي مرضيءَ تي منحصر آهي.

ادا مومن! خدا ڪارڻ اهـا دعوت اٿئي دل سان،
اسـان پيغـام پهچايـو، اڳـي تـو اختياري آ.

اوهان جو ياد
”بيدار“ موراڻي.